!! اصل وڏو قصو !!

# جانعالم

:: انجمن آرا ::





قيمت ٠-٨-٠



## ❀ هيمنداس ❀

ڪتبخانه، چاپخانه گڙ بازار سکر نئون

# جلد ڇپبو - علمي خزانو

## هڪ روپيه جا ڪتاب ۱۴ آنن ۾

| | | | |
|---|---|---|---|
| جانعالم | ۲-۸-۰ | بانڪو بهرام | ۱-۴-۰ |
| يوسف زليخان | ۵-۰-۰ | فراق نامون | ۰-۸-۰ |
| طوطي نامون | ۳-۰-۰ | گهوٽ ڪنوارا | ۲-۰-۰ |
| گل صنوبر | ۱-۸-۰ | شادي جي رات | ۱-۸-۰ |
| گل گلاب ناري | ۱-۴-۰ | مومل راڻو | ۱-۰-۰ |
| پدمن پکيت | ۱-۴-۰ | پوتنا دت | ۲-۰-۰ |
| گوپي چند | ۱-۴-۰ | ٽي ٽڙيل گل | ۰-۱۲-۰ |
| روپ بسنت | ۱-۰-۰ | ساڃا اڻ خون | ۰-۱۰-۰ |
| ليلي مجنو | ۱-۴-۰ | مدن موهني | ۰-۱۲-۰ |
| شيرين فرهاد | ۱-۴-۰ | طوطو مينا | ۰-۸-۰ |
| ڪامسين ڪامروپ | ۱-۴-۰ | عمر ماروي | ۰-۸-۰ |
| سهڻي مهينوال | ۰-۱۲-۰ | سسئي پنهو | ۰-۱۲-۰ |
| هير رانجهو | ۰-۱۰-۰ | سياڻن جو سالو | ۰-۴-۰ |
| بيربل بلاس | ۱-۰-۰ | ڇرچن جي ڇهر | ۰-۴-۰ |
| انجنا پون ڪمار | ۲-۸-۰ | ڏاڙهين جو ڏاڏو | ۰-۳-۰ |
| دودو چنيسر | ۱-۰-۰ | پرتاپ سنگهه | ۰-۴-۰ |
| جوچائن جو چاچو | ۰-۴-۰ | جادوءَ جو ديو | ۰-۸-۰ |
| ٻي عقلن جو بابو | ۰-۴-۰ | مسمريزم | ۰-۸-۰ |
| رنن جا ريب | ۰-۴-۰ | چندر جا ڪلام ۽ ميل | ۲-۰-۰ |
| رناڻا ڏال | ۰-۳-۰ | نقش سليماني جادو | ۳-۰-۰ |
| بيربل نامو ۴ حصا | ۱- -۰ | خواب نامو | ۱-۰-۰ |
| بهار عشق | ۱-۳-۰ | حاتم طائي | ۱-۰-۰ |

هيمنداس ڪتبخانو ڇاپخانو سکر نئون

# جانعالم ۽ انجمن آرا جو

عقلمندن هن قصي جو بيان هن ريت ڪيو آهي ته فيروز شاهه نالي ختن جو هڪ بادشاهه هو تنهنکي ڌڻيءَ ٻاجهه ڪري هڪ پٽ سهڻو من موهڻو عطا ڪيو آنجو نالو جانعالم رکيائين.

اڄ ننڍو سڀان وڏو جانعالم جڏهن ٦ سالن جو ٿيو تڏهن پڙهڻ ۽ هاريائينس ۽ ١٢ ورهين ڪانپو ماهه طلعت نالي شهزاديءَ سان سندس شادي ٿي - هي ٻئي عاشق معشوق خوش گذارڻ لڳا.

هڪڙي ڏينهن شهزادو شڪار لاءِ تيار ٿيو ۽ شڪار ڪري وري ...و وچ بازار مان اچي لنگهيو ته رستي ۾ ماڻهن جو ميڙ ڏسي پنهنجي ...ماڻهن کان پڇا ڪياءِ ته ڇا آهي؟ ماڻهن پڇي عرض ڪيو ته هڪ ...ليند ڙ طوطو ويڪائو آهي - اها خبر ٻڌي شهزادو آنهيءَ طوطي ...اري کي سڏي چتونءَ کي چڪاس لڳو - ايتري ۾ ميان مٺو ...پنهنجي مالڪ کي مبارڪ ڏيئي چوڻ لڳو ته اڄ وڏا بخت اوهان ۽ منهنجا جو مالڪ جو مونسي شائق ٿيو آهي.

اي ماري! هاڻي اميد آهي ته تنهنجو ڏک دور ٿيندو. ...ان مٺوءَ جو اهو ٻول ٻڌي جانعالم هڪي چتونءَ کي چيو ته تنهنجو ملهه ڇا آهي؟ تڏهن چتونءَ چيو ته غريب پرور! مان ...نهنجو ملهه ڀاڙ ڪٿي نٿو سگهان - توهان پنهنجي شان شوڪت ...ڏسي هن نماڻي کي نراس نه ڪريو - اهي گوهر جهڙا لفظ شهزادي ...ي هڪ لک رپيا ٻاريءَ کي ڏياري پڃرو وٺي پاڻ محلات ۾ آيو.

هر روز جانعالم چتونءَ جون ڪٿون ڳالهيون ٻڌي ڏاڍو خوش ...ٿيندو هو - هڪڙي ڏينهن شهزادو دربار ۾ هو ته هوڏانهن محلات ۾ ...شهزادي ماهه طلعت هار سينگار ڪري ۽ عطر ڦليل مکي ۽ وارن ...ب ڦڻي ڏيئي پنهنجي آئيني آرسي ۾ ڪي پنهنجي هر ڪنهن ...ن ڏسي پنهنجي ٻانهيءَ کي چوڻ لڳي اڙي چئو ته هن زماني ...هوا جهڙي سونهن واري ڪا هوندي يا نه؟

ٻانهين چيو تہ سبحان الله ڌڻي سڳوري توکي اهڙي سونهن بخشي آهي جو پريون بہ شرم ۾ جيڪر ڪنڌ مٿي ڪڻي نہ سگهن. اهي ڳالهيون ٻڌي شهزادي گهڻو خوش ٿي - پوءِ چتونءَ کي چيائِ تہ اي مٺؤ تون بہ پنهنجي راءِ ڏي؛ چالاڪ تہ تون بہ سياڻي پکي آهين - تو ڀانت ڀانت جا ماڻهو ڏٺا هوندا.

چتون اهي ڳالهيون ٻڌي ڪاوڙ ۾ ڀرجي منهن ۾ گهنڊ پائي ماٺ ڪري ويٺي رهيو. تڏهن شهزاديءَ غصي ۾ ڀرجي چيس تہ جيڪڏهن منهنجي سوال جو جواب نہ ڏيندين تہ عذاب ڏيئي توکي ماري ڇڏيندس -

چتونءَ چيس تہ اي شهزادي! سوال جو جواب پڇڻ تنهن ۾ وري حڪومت جو زور ڏيکارڻ ڇا گهرجي - اهي لفظ چتونءَ جا ٻڌي شهزادي تپي باه ٿي؛ چوڻ لڳس تہ اي بيوقوف پکي! شايد تنهنجو ڪال تنهنجي سر تي نچي رهيو آهي جو اجائي ٽين ٽين مچائي منهنجي مرتبي کي مٽيءَ ۾ ملائڻ ٿو گهرين. چتونءَ مرڪي ملڪاڻ کي چيو تہ شهزادي پنهنجو منهن درسنيءَ ۾ ڏس - تون بيشڪ خوبصورت هوندينءَ وڃي پنهنجي دل خوش ڪر.

انهن ڳالهين ڪندي شهزادو جانعالم بہ اچي سهڙيو؛ ڇا ڏسي تہ شهزادي ڪاوڙ جي قهر تي چڙهي ويٺي آهي - ۽ مينا ۽ مٺو مايوس ٿيو ماٺ ۾ ويٺو آهي - تڏهن جانعالم پڇيو تہ ڇو تہ مڙئي خير آهي-

تڏهن چتونءَ چيو سائينءَ جي سر جو خير هجي ٻيو وري خير ڪهڙو آهي - هن وقت جيڪڏهن سائينجن هٿ نہ اچن ها تہ منهنجو سر ڌڙ کان ڌار ڏسن ها - پوءِ ڪير کلي ها ۽ ڪير روئي ها. شهزادي پنهنجي سهڻي صورت ڏسي سمجهيو آهي تہ مون جهڙي من موهڻي صورت ڪٿي بہ ڪانہ آهي - تنهنڪري جڏهن مون عرض ڪيو آهي تہ هوندينءَ - اهو حوال ٻڌي جانعالم شهزاديءَ کي چيو تہ اي منهنجا جاني! تون بيشڪ پري پيڪر آهين ۽ هيءَ جانور بي

سمجهه آهي- پا ڳيهان جي ڳالهه تي ڪاوڙ ڇاڪاڻ ڪرڻ گهرجي
هيون مليون ڳالهيون پڌاني شهزادي کي سڀ ڪيائين- ۽ تنهنڪان
وءِ چيائين ته ڪان وچي پڇڻ لڳو ته اي روح ريجهائيندڙ پکي ! ته
ڪٿي سونهن جي سوڀاري ۽ محبت جي موچاري ڪا صورت ڏٺي
آهي جا جنهنڪري تہ منهنجي راڻيءَ کي رنج ڪيو آهي-

تڏهن چيائين چوڻ لڳو ته جيڪندا قبلا بي ادبي معاف ڪجي·
ادشاهه زرنگار جي ملڪ ۾ انجمن آرا نالي هڪڙي شهزادي ڪسي
ان ڏٺو آهي- جنهنجي خدمت ۾ ٠٠٠ ساهيڙيون آهن- تنهنجي
سونهن اهڙي ته سهڻي آهي جو هيءَ راڻي انهن کي پاڻي به ڪين
پياري سگهي- اي شهزادا هنجي حسن ۽ ماه طلعت جي صورت
جو عڪس دل جي تارازي ۾ تورڻ ڏسو-

شهزادو چيائين جان محبت واڱيون رهيون پنڌي دل ۾
خيال ڪرڻ لڳو ته اهڙي محبوب جو منهن ڏسڻ گهرجي-
مطالب ته جانعالم جي قسمت ۾ ڏکن جو ڏاڍو ڳرو اڪيلو هو سو پنهنجي
ي ۽ ڪان سڀ ڪاڻي وزيرزادي ۽ چيائين کي پاڻسان وٺي انجمن آرا
جي ملاقات ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو- ڪن مهينن ڪانپوءِ ڪنهن برپٽ
وچي نڪتا اتي هڪ حسن دار درخت ڏٺائون جنهنکي سونا ڪنگهيون
ڏيدار جهال پيل هئي هڪ پڪيون پنهنجا گهوڙا هوڻ جسي پنڌان
ڍيا ۽ خيال ڪيائين ته هتي جڳهه جيتر ۽ لوان تڏهن چيائين جيس
اي شهزادا! هيءَ طلسم جادوءَ جو مڪان آهي تنهنڪري الهيءَ
خيال ڏان ڏري وڃ- پر هتي چيائين جو چوڻ خيال ۾ بر ڦر آندو
سيف شهزادو ۽ وزيرزادو هڪ ٻئي کان جدا ٿي ويو- ۽ درخت به
منهن جي اکين مان غائب ٿي ويو- اتي شهزادو ٽڪجي گهوڙي
ان ليي انجمن آرا جي عشق ۾ سرد ساهه کڻڻ لڳو- نيٺ ننڊ
جي نهو ڏيس- اتي هي خواب آيس ته اي شهزادا هي حوض جو
تنهنجي نزديڪ آهي تنهن ۾ ٽپي ته انجمن آرا جو ديدار ڏسندين

ايتري ۾ سجاڳ ٿي نظر پيري ڏٺاءِ ته برابر حوض بيٺو آهي - جنهن ۾ ويندي شرط حوض ۾ ليٽيو پاتو ۽ اندران هڪ پري پيڪر جو منهن ڏسڻ ۾ آيس - هن دل ۾ خيال ڪيو ته شڪ نه آهي ته اِها ئي انجمن آرا آهي! هن حسن جي حور اندران آواز ڏنس ته پاهر اُميدوار ٿيو جو بيٺو آهين لنگهي پئه لانگهو - ته مطلب ٿيني من جا

سهڻيءَ جو سڏ ٻڌندئي يڪدم حوض ۾ ٽپي پيو ۽ جڏهن زمين تي پهتو تڏهن اکيون پٽي جان ڪڍي ڏسي ته هڪڙو عمدو عاليشان بلند مڪان آهي انهيءَ ۾ هڪڙي ڇپرکٽ سيج بندن ٻڌل پيل آهي اُنهيءَ تي هڪ نازنين عورت ويٺي آهي سا شهزادي کي چوڻ لڳي ته اڙي ميان تون ڪير آهين جو اُمالڪ پرائي گهر ۾ گهري آيو آهين؟ جانعالم ويچارو شرم جو ماريو هيٺ آواز ٻڌي ڏهلجي ويو ۽ چيائين ته مونکي معاف ڪجه جو مون مسافر اڻ واقف آهيان مهرباني ڪري مونکي رستو ڏس ته مان اوڏاهين وڃان -

هوءَ جاءِ وگرڻ ته هنتي اصل اکين شڪن هئي سا مرڪي چوڻ لڳس ته صاحبان! توهانجي اچڻ جو سبب ڪهڙو آهي؟ جانعالم چيس ته مون پرديسي آهيان - تڏهن ڏن چيس ته هي مڪان تون پنهنجو ڪري ڄاڻ - ۽ هي باغ تنهنجي ملڪيت آهي بيشڪ ڪاءِ پيءُ ۽ موجون ماڻ - مان تنهنجي ٻانهي آهيان -

پوءِ جانعالم باغ ۾ ويو پر جنهن وڻ هيٺ وڃو ويهي ته اُتان ڳالهائڻ جو آواز پيو اچي - ۽ جيڪي ميوا کائي پيو سي سندس پيٽ ۾ نه پيا پون - تڏهن پڪ ٿيس ته هي سڀ جادوگري جو اسرار آهي - تڏهن نهايت ارمان ٿيس ۽ چياءِ ته افسوس هاڻي هتان ڪيئن ڇٽندس - ڪيئن پنهنجي محبوب سان ملندس - ايتري ۾ هوءَ رهزن ڏن وٽس آئي ۽ شراب جو پيالو ڀري شهزادي کي وڌي سڪ سان ڏناءِ - شهزادي لاچار ٿي شراب پيتو - جڏهن نشي ۾ پُرپور ٿيو تڏهن هن بدڪار ڏن پاڪر پائي شهزادي کي چيو ته انجمان آرا

ڪانسواءِ هٿ ٻيو سڀڪجهہ حاضر آهي اُتي تون ٻڌجون ماڻ -

جانعالم چيو تہ اهو ڪميڻن جو ڪم آهي جيڪڏهن عشق جي زنجير پائيجي تہ معشوق سان توڙ نڀائجي- مون تہ انهن عاشقن آهيان جنهن لاءِ بادشاهي برباد ڪري هي ٻرپٽ ڏٺو اٿم-

جادوگرڻ شهزادي جي واتان هي انڪار جا لفظ ٻڌي ڪاوڙجي چوڻ لڳي تہ اي شهزادا جيڪڏهن تون محبت جي ميلاپ کان انڪار ٿو ڪرين ۽ انجمن آرا جي آس ٿو رکين- تہ هاڻي تنهنجي روبرو جادوءَ جي زور تي انجمن آرا کي گهرائي ساڙي خاڪ ڪري ٿي ڇڏيان ڇو تہ پوءِ تون ڇا ڪندين ؟

جانعالم جادوگرياڻي جا اهڙا لفظ ٻڌي دل ۾ چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن هن وقت ان جو رابو ڪين رکندس تہ منهنجي من گهري معشوق کي ضرور ڏکر ڏيندي- دل ۾ اهو خيال ڪري مرڪي جادوگرڻ کي چوڻ لڳو تہ اي منهنجي پياري ! مون تہ تنهنجي تسليا ٿي ورتي پلا تو جهڙي پري ڇڏي مون ٻيو وري ڪيڏانهن ويندس -

اهڙا خوشامند جهڙا لفظ ٻڌي هوءَ بي حياءُ رن پنهنجو سر شهزادي تان قربان ڪرڻ لڳي- [ راوي ] بيان ٿو ڪري تہ هوءَ رن اهڙي بدشڪل هئي جنهنجي ڏني جيڪر ساهہ سڪي وڃي پر ويچارو شهزادو سپيرين جي سانگي هن سان ٻاهرين دل محبت جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو- رن بہ شهزادي کي چنبڙي وئي- شهزادي بہ لاچار ٿي اکيون بند ڪري اُنجي پرسنتائي ڪئي جنهنڪري هن رن کي ڇاتي تي چنبڙو پيو.

هڪڙي ڏينهن هوءَ رن چوڻ لڳس تہ مون شهپال جادوگر جي ڌيءَ آهيان اڄ اُنهسان ملڻ ويندس- ۽ هڪ ٻہ رات رهي جلد ئي موٽي ايندس- پر تنهنجو وڇوڙو وڌيڪ برابر آهي تنهنڪري هي نقش سليماني تو کي ڏيان ٿي جنهنجي هٿ ڪري تو تي ڪو بہ جادو اثر نہ ڪندو- ائين چئي رن تہ رواني ٿي ۽ شهزادي سائين جو

شڪرانو ڪري دل ۾ چيو تہ هشيار هت ۾ آيو آهي - اهي خيال ڪري نقش کي پڙهي پڪو ڪياءِ - جنهن ۾ لکيل هو تہ جيڪڏهن ڪوئي اسم اعظم پڙهي پاڻي ڦوڪي تہ جادوءَ جو سڀ اثر گم ٿي ويندو اهو پڙهي شهزادو گهڻو خوش ٿيو ۽ انهيءَ باغ کان ٻاهر نڪري پنهنجو رستو ورتائين - ايتري ۾ اُن جادوگرڻ کي خبر پيئي سا بہ پٺيان پيس - نياز ۽ نوڙت سان چوڻ لڳس تہ سائين جا سردار مونکي هت ڪنهنجي آسري ڇڏي ٿو وڃين؟ شهزادي جواب ڏنس تہ مون توکي شيطان کي سونپيو -

اهي لفظ ٻڌي رن ڪاوڙجي هڪڙو ٻاڻ جو جادوءَ پڙهيل جهٽ شهزادي ڏانهن اڇلايو پر نقش سليمانيءَ جي مدد سان ٻاڻ وسامي ويٺي ۽ شهزادو پنڌ ڪندو هليو ويو - هلندي هلندي هڪڙي ميدان ۾ اچي پهتو - جتي چوڌاري گلن جي گلزاري هئي - چڙن ۽ چيهن جي چونگار ۽ بلبلين جي ٻٽڪار دل کي راحت ڏيندڙ هئي جانعالم ميوا کائي پاڻي پي الله تو هار ڪري آرامي ٿيو -

ٿوري آرام وٺڻ بعد پري کان ڏٺائين تہ ڪيتريون نئين حسين نوجوانيون هڪ جيڏيون زربدار ڪپڙا ڪيو پيون اچن - هنن جانعالم کي پري کان ڏٺو تہ هڪڙو چنڊ جهڙو نوجوان فقيري ويس ۾ آهي - انهن مان ڪا چوڻ لڳي تہ چنڊ اهي هن وٽ هيٺ اچي ويٺو آهي - ڪا چوڻ لڳي تہ شايد سج آهي - انهن ۾ جيڪا شهزادي هئي تنهن چيو تہ هل چا جو مچايو اٿو - آهي ڇا؟ ٻانهي جڏهن هن چنڊ جو چهرو شهزاديءَ کي اشاري سان ڏيکاريو تڏهن هوءَ بي اختيار مٿس اکين شڪن ٿي مورچا ٿي ڪري پيئي ....

شهزاديءَ جو هي حال ڏسي ٻانهين مٿس گلاب جو پاڻي وڌو ۽ ٿوري وقت کانپوءِ هوءَ هوش ۾ آئي - دل ۾ بي قراري جي باهہ جا اُلا وسائيندي ڏوليءَ ۾ چڙهي ٻانهين سميت اچي جانعالم وٽ پهتي - تڏهن ڏولي لاهي هڪ ٻانهي جانعالم کان پڇڻ لڳي تہ اي

مهان مسافر تون ڪير آهين ۽ تنهنجو اچڻ ڪٿان ٿيو آهي -

جانعالم ورندي ڏني تہ ڪيترا مسافر هن رستي تان اچن ۽ وڃن پيا پر توهانکي ڪهڙي ڪمبختي ڪنيون آهي جو نہ ٽڪن وانگر سانجهي ڏاءِ هٿ رانديون ٿيون وتو -

ملڪہ اهو احوال ٻڌي شهزادي کي هٿ ٻڌي چوڻ لڳي تہ صاحبان! ناراض نہ ٿيو هي باغ پنهنجو ڪري سمجهو. جيڪو مسافر هت ايندو آهي سو ٣ ڏينهن اسانوٽ ضرور ٽڪندو آهي اتي شهزادو نرمائي سان چوڻ لڳو تہ اسين مسافر آهيون اڄ هت تہ سڀاڻي ٻي هنڌ هونداسون -

تڏهن ملڪہ چيس تہ صاحبان هت اوهانجو اچڻ ڪيئن ٿيو آهي؟ تڏهن شهزادي چيو تہ مان صاحب وري ڪيئن آهيان؟ اسين فقير دلگير آهيون ۽ تون شهزادي آهين - تون پاڻ جهڙن سان وڃي ڳالهہ ٻولهہ ڪر - تڏهن شهزادي ڏوليءَ مان لهي وٽس ويٺي ۽ انجي پرسان ويهي رهاڻ ڪرڻ لڳس - پانهين پاڻ ۾ چرپر ڪئي تہ هي شايد ڪو جادوگر ٿو ڏسجي - جو هڪدم ملڪہ کي موهي ڇڏيو اٿس - انهن مان هڪڙي چوڻ لڳي تہ مٿيون جت ڄا جاٽي ڪٽڪ جي مائيءَ مون - جوهر ٻر کي جوهري - ٻيو ٻر کي پاتساهہ - توهانکي حسن جي ڪهڙي خبر هي سڀ خداء جي وڏائي آهي - ملڪہ جو ڪو بہ ڏوهہ نہ آهي -

ملڪہ کي پنهنجي طرف ڏسي جانعالم کي انجمن آرا جو دل ۾ خيال آيو ۽ تڏا ساهہ ٻري ڏيئي بيت چوڻ لڳو -

بيت - سدا ساريان نہ ٻري تو کي وساريان
توريءَ ڏکيا ڏينهڙا - مون غمن ۾ گذاريان
ڇڏي تاج شاهي - ورتي مون گدائي
تنهنجي چاهہ چت ۾ - آ عشق آتش مچائي

ملڪہ هي لفظ ٻڌي مصمم ڪيو تہ هي ڪو عاشق جيئڙو وڏ

گهراڻو شهزادو آهي اهو خيال ڪري شهزادي کي چيائين ته اي درويش! مهرباني ڪري قدم رنجه فرمائي اسانجي غريب خاني ۾ هلو ڇو ته هيءَ زمين اسانجي بادشاهت آهي - جانعالم جواب ڏنس اسين درويش محلاتن جا هيراڪ نه آهيون جتي اسانجي رات پوي اتيئي منزل آهي - هي جواب ٻڌي ملڪان چيس ته بيشڪ درويش کي ڪنهنجي پرواه نه آهي پر مهماني ڪرڻ روا آهي

[راوي] تو چوي ته شهزادي خيال ڪيو ڪيترن ڏينهن بعد هم جنس سان ميلاپ ٿيو آهي - جيڪڏهن هن جو چيو نه مڃبو ته هي نااُميد ٿي پاراتو ڏيندي - اهو خيال ڪري چوڻ لڳس ته اي شهزادي! مزن ماڻڻ جي عادت دل مان نڪري ويئي آهي تنهنڪانسواءِ ڏکئي سان صحبت سو ڪري جيڪو ڏکر پائي هجي

ملڪه چيس دکر سکر ۾ ڀئون توسان حاضر آهيان! ائين چئي هٿ هٿ ۾ ڏيئي پاڻ ۾ ڳالهيون ٻولهيون ڪندا نيٺ محلات ۾ اچي پهتا - اُتي هر چيز حاضر ٿي ويئي بجليون ٻري ويون عطر ۽ عنبير آنداءون - طرح طرح جا طعام ۽ شراب رباب ڪباب اچي حاضر ٿيا

شهزادي کي وڏي مان شان سان وٺي وڃي پلنگ تي وهاريائون ايتري ۾ ناچ راڳ شروع ٿيو - ۽ مجلس تي چوڏاريءَ سوين ٻانهيون اچي حاضر ٿيون - جڻ ته اندر پري ٿي ويئي -

ملڪه هار سينگار ڪري اچي پاسي ۾ ويهي رهيس شهزادي کي شراب جو پيغ مليو جو منت سان پيتائين ورڪي ٻاڻ پڳم پري مرڪندڙ ملڪه کي ڏنائين. ملڪه بہ مرڪي معشوق جو پاسو ورتو

اهو حال ڏسي اُها خاص خدمتگار جنهن پهريون دفعي جانعالم سان اچي گفتگو ڪئي هئي تنهن ملڪه کي مبارڪ ڏيئي چيو ته

چنڊ ڏٺو اڄ عيد ٿي - رمضان يا ملڪان هجي
مبارڪ مهتاب جي - توکي سدا ملڪان هجي -

تڏهن ملڪان مرڪي چيس.

برهہ جي بيماري سندو - هت ڪير جيڪو طبيب
انجمن آرا جي سڪ ۾ - آهہ عاشق سو عجيب

تڏهن جانعالم هي بيت چيو -

مسافر سان محبت ڪرڻ آهي اجائي
آشنائي مان آخر ٿئي ٿي بيوفائي

ملڪہ جي گهڻي پڇا بعد جانعالم پنهنجو حال ڪري ٻڌايس اي شهزادي! مون فيروز شاهہ بادشاهہ جو فرزند آهيان مون انجمن آرا جي سونهن جي تعريف ٻڌي اُنجي سونهن جو سڪايل ٿي وطن کان نڪتو آهيان واٽ تي ڪيتري جادوگرن جا ڏکڙا اُٺم - هي حال ٻڌي ملڪہ ٿڌو ساهہ کڻي چوڻ لڳي تہ اڳي وصل جي ڪجهہ اُميد هئي هاڻي تہ اصل نا اُميد ٿيس - بس هي سڀ قسمت جو کيل آهي - جانعالم پڇيس سو ڪيئن؟ ملڪہ چيس تہ منهنجو پيءُ وڏو بادشاهہ هو ڪيترائي بادشاهہ کيس ڏل ڀريندڙ هوا پر هنجي دل منڊ ڪانہ ٿي فقيري تي لڳل هئي نيٺ حڪومت جو مزو ڇڏي ياءِ ءِ مونکي شادي ڪرڻ لاءِ فرماياءِ - پر مون پرڻجڻ کان منهن موڙيو منهنجي قسمت ۾ هيءُ نيڻهن جو ناتو لکيل هو - پر تون بہ منهنجي وس اچڻ کان پروس آهين - اي شهزادا اهو اجايو خيال دل ڏان لاهي ڇڏ - صبوح جو تون ڪٿي ءِ مون ڪٿي هوندس هڪ جيئديون سڙتيون پوءِ مونکي مهڻا ڏينديون - مهڻن کان مري وڃڻ بهتر سمجهندس - سو جيڪڏهن تون منهنجي مرڻ ۾ راضي آهين

تہ کڻي شمشير تون دلبر - مٿيءَ کي مار بسم الله
ڪيان جند جان مون صدقي - تو ٿان سد بار بسم الله

جڏهن شهزادي ڏٺو تہ هيءُ ويچاري محبت جي ماري سچي ل سان مون تان قربان آهي - تڏهن ملڪہ کي ٻچڙي ۾ پاڪر پائي وڻ لڳو - تہ منهنجو انصاف ڪر جنهن ڳالھ لاءِ سور سهي جهنگ ڇهاڳيا اٿم سو جيڪڏهن اتيئي اڳئي ويهي رهندس تہ سچو عاشق

نه چوندا - چوندا آهن ته ڪا زال هڪڙي مڙس تي عاشق ٿي پئي تڏهن مڙس چيس ته پهرين مو سان دل نه اٽڪاءِ ڇو ته مون ۾ گهڻا عيب آهن چوري جوئا جاڻندو آهيان ۽ مسافري ۾ به گهڻو گدا ريندو آهيان - زال چيس اهي عيب مونکي قبول آهن - مڙد چيس ته ڪوڙ به ڳالهائيندو آهيان - تڏهن زال چيس ڪوڙو شخص مونکي پسند نه آهي - سو اي ملڪان جيڪڏهن مون اهڙو قول توسان ڪندس ته توکي مون منجهان ڇا حاصل ٿيندو باقي هڪڙو رستو آهي - ڪي ڏينهن صبر ڪر ته جنهن مطلب لاءِ اول وڃانٿو سو پورو ڪري پوءِ تنهنجي من جي مراد اچي پوري ڪندس - ملڪه هي لفظ ٻڌي خوش ٿي پاڻ ۾ عيش عشرت ڪندي سڄي رات ڪاٽيائين جڏهن شهزادو ملڪه کان موڪلائڻ لڳو تڏهن ملڪه هٿ ٻڌي عرض ڪيس - ڏري ساعت ترسو منهنجي پيءُ کان موڪلائي پوءِ بيشڪ هليا وڃو - پوءِ جانعالم اُتان اُٿي بادشاهه جي مڪان ۾ ويو جتي بادشاهه فقيري لباس ۾ ويٺو هو - بادشاهه هنکي ڏسي خوش ٿيو ۽ چيائينس ته را توکي حال مان مون چڱيءَ ريت واقف آهيان هاڻي جيڪڏهن تون موٽي اچڻ جو واعدو پورو ڪرين ته ڏٺي سڀ ڪم پورا ڪندو - اي شهزادا نيڪ مڙد کي هي ٣ ڳالهيون واجب آهن - ١- بيمار جو پڇڻ ٢- اٿڻ ۽ ڪنگالن جي سڌ لهڻ ٣ - واعدو پاڙڻ -

شهزادي چيو ته حضور ڪا دعا ڪريو مون قول پاڙيندس - پير مرد دعا ڪري شهزادي کي رخصت ڏني - هلڻ وقت هڪڙي ڪرامت جي تختي ڏيئي چيائينس ته هن ۾ ڏسندو وڃ جنهن مهل ڪا مشڪلات توتي اچي ته جيڪڏهن هن فرحيءَ جي حڪم موجب هلندين ته سڀ سٺائي ٿيندي - پوءِ سڀني کان موڪلائي انجمن آرا جي ملڪ ڏي روانو ٿيو -

راوي اکي هن طرح بيان تو ڪري ته شهزادو رات ڏينهن

پنڌ ڪندو ٿي ويو ھڪڙي ڏينھن ھڪ قلعو نظر آيس جنھنجو سڄو
ئي دروازو ھيرن جواھرن سان جڙيل ھو - جنھنجي چوڌاري لشڪر
ھٿيارن پنوھارن سان ھوشيار ۽ خبردار ويٺو ھو - ماڻھن کان
پڇياءِ تہ ھي ڪھڙو شھر آھي - ماڻھن جواب ڏنو تہ ھي زرنگار جو
ملڪ آھي - اھا خوشخبري ٻڌي تڪڙيون وکون ڀري قلعي جي
دروازي وٽ اچي پھتو شھر جو عجيب نظارو ڏسي گھٽيون ۽
بازاريون گھمي خوش ٿيو سڀڪو پنھنجاي پنھنجي دڪانن ھٽن ۽
ڪارخانن تي خوش نظر آيس - پر جيڪي سرڪاري ڪامورا ھوا
تنکي سا سڀ ڪاري پوشاڪ پيل ھئي - دل ۾ چياءِ تہ سڳن تہ چڱو
نہ ٿيو خداءِ کو خير ڪري نيٺ ھڪڙي خواجي سراءِ کان پڇياءِ
جنھن ورندي ڏنس تہ اي سھڻا جوان ھيو حال وري ڪھڙو آھي
بادشاھزادي انجمن آرا نالي جنھنجي سونھن تي پريون ۽ پڪي
بہ پريشان آھن - ۽ چنڊ بہ شرم کان اکيون مٿي نٿو کڻي جنھنجي
سونھن پٺيان سوين شھزادا ديوانا ٿي ھليا ويا ۽ ڪجھہ بہ حاصل
ڪري نہ سگھيا اُنکي ھڪڙو جادوگر کڻي ويو آھي جنھن اھڙو سو گھو
ڪري رکيو اٿس جو ڪوبہ شخص اُنکي پھچي نٿو سگھي - انھي
ڪري شھر جي سڀني عملدارن ۽ ڪامورن ڪاروويس ڪيو
آھي - ۽ بادشاھي محلات ۾ رات ڏينھن روڄ آھي . ھي عجيب
قصو ٻڌي بيھوش ٿي ڪري پيو - خواجہ سراءِ ھي حال ڏسي حيران
ٿيو ۽ يڪدم تنھن بادشاھ کي وڃي اھا خبر ٻڌائي - بادشاھ ھي حال
ٻڌي دل ۾ سمجھو تہ ھي بہ ڪو انجمن آرا تي عاشق ٿو ڏسجي
خواجہ سراءِ کي ھڪدم حڪم ڏناءِ تہ شھزادي تي گلاب جو پاڻي
ڇڻي وڃي ھٿ وٺي اچوس - پوءِ خواجہ سراءِ عطر جو شيشو شھزادي
جي منھن تي ڇڻڪايو تڏھن شھزادو ھوش ۾ آيو پوءِ بادشاھ وٽ
ٿي آندائونس ۽ گھڻو آدر ڀاءُ ڪري بادشاھ حال احوال پڇڻ
لڳس شھزادي جي سونھن ڏسي ساري ڪچھري ائين چوڻ لڳي تہ

هي بيشڪ انجمن آرا ساڻ پرڻجڻ جو لائق آهي. انجمن آرا جي ماءُ هي حال ٻڌي يڪدم نوراني نور کي گهرايو محلات جون سڀ راڻيون ۽ صاحبزاديون پاڻهيون ڏسي ائين چوڻ لڳيون ته هي بيشڪ سچ آسمان کان لهي آيو آهي. انجمن آرا جي ماءُ شهزادي کي پنهنجي ڌيءُ جو عاشق سمجهي ڪنن ڪٺي هيٺ ڪيو

تنهنڪانپوءِ خواجه سراءِ حڪم موجب طعام ڪٺي آيو جانعالم اُهي طعام ڏسي چوڻ لڳو.

**بيت** - بنا دلدار جي جيرو جلايان. ڪاڻڻ خوشي سڀ زهر پايان

پاڻيءَ بدران خون جيري جو پيانتو

ڪري ياد دلبر- مون گهڙي پل جيئانتو

آخر جڏهن خواجي ويهن ٿي آگرين جو زور لاتو تڏهن جانعالم ٻه چار گره مس کائي پلنگ تي پئجي رهيو جئين تئين رُئندي رات گذاريائين صبوح جو دربار ۾ ويو ۽ هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيو ته جيئندا قبلا مهرباني ڪري سچي حقيقت مان واقف ڪيو ته لانثير جادوگر ڪٿي ٿو رهي. بادشاه سرد آهه ڀري اکين ۾ پاڻي آڻي چوڻ لڳو ته اُهو شيطان هن شهر کان ٥ ڪوهه پري هڪڙي قلعي ۾ قابو آهي جنهنجي چوڌاري جادوءَ جي باهه ٻري ٿي ۽ ڪوئي به اُنجي ويجهو وڃي نٿو سگهي. قلعي جي اندر خبر نه آهي ته ڇاهي شهزادو اهو حال ٻڌي جوش ۾ اچي عرض ڪرڻ لڳو ته مونکي موڪل ملي ته آن پليت جادوگر جي وڃي سسي ڌڙ کان ڌار ڪريان بادشاه چيس ته اي فرزند جنهنجو باهه جو تاب ٽن ڪوهن سوڌو کڻي ته ساڙي رهيو آهي منهنجي لشڪر کي جرئت نٿي ٿئي جو اُنجو مقابلو ڪن، اي شهزادا تون اوڏاهين نه وڃ -

شهزادي بادشاه جا هي لفظ ٻڌي عرض ڪيو ته توهين بيشڪ منهنجا ماءُ پيءُ آهيو پر اُميد الله ۾ اٿم ته جلد ٿي ظالم جادوگر جي جان هڪ پل ۾ پوري ڪري جلد موٽي اچي خدمت ۾ حاضر

تيندس ! بادشاھ جانعالم جا ڀاري جھڙا لفظ ٻڌي چيس تہ اڄ کان
وٺي توکي پنھنجو وارث ڪيو چو تہ انجمن آرا ڪانسواءِ ٻيو ڪو
اولاد نہ آھي مون اڇي ڏيو ٿيو آھيان تنھنڪري تون بيشڪ تخت
تي ويھي حڪومت ڪر تہ مون باقي عمر ۾ خداءِ جي عبادت وچي
ڪريان - شھزادي گھڻي ادب سان عرض ڪيو تہ حڪومت جو
حرص لھي ويو آھي ۽ عشق جي آتش اندر ۾ گھر ڪري ويٺي آھي
ھي لفظ بادشاھ ٻڌي صبر ۾ اچي ويو ۽ اکيون ھيٺ ڪري ڪجھ
بہ جواب نہ ڏناءِ - آخر جانعالم موڪلائي جادوگر جي طرف ھليو -
ڪيتي ماڻھو سندس پٺيان ھليا ۽ سي سرحد وٽ ويھي رھيا
شھزادو وڌي اُتي جادوگر جي طرف ھليو تہ جادوءَ جي باہ جي
جوش کان اڳتي وڌي نہ سگھيو - اُتي پيرمرد واري تختي ياد
آيس جنھن ۾ ھن ريت لکيل ھو - تہ اھو جادو ھرڻ جي ڪرامت
آھي - اُنھي کي اسم اعظم پڙھي تيرڪمان ھڻندين تہ ھرڻ مري
ويندو - ۽ طلسم پنھنجي پري چٽ ٿيندو - شھزادي يڪدم تيرڪمان
۾ ڪشي اسم اعظم پڙھي ھرڻ کي چتائي ھنيون تہ يڪدم ھرڻ مري
ويو ۽ آسمان مان ھڪ ڪڙڪات ٿيو ۽ زمين مان دونھون نڪرڻ
لڳو - مطلب تہ قلعو سڄوئي ڪارو ٿي ويو تڏھن اڳتي اُتي ھليو
تہ ھڪ ٻيو قلعو نظر چڙھيس جان چتائي ڏسي تہ ھڪ حبشيءَ جھڙو
شيطان شڪل ھاٿيءَ وانگر سندس ڏند چپن کان ٻاھر اکين کوجھو
۽ منھن جو بڇڙو اُٺ جو قد راڪس وانگر وکون کڻندو ساھون
تو اچي ۽ ھڪل ڪري شھزادي کي چياءِ تہ ھتان ٽري وڃ توکي
پھريون گناھ معاف آھي - نہ تہ پل ۾ پرزا پرزا ڪري ڇڏيندو
سانءِ - تڏھن شھزادي شوخي سان چيس تہ اي بيوقوف نادان
تون ڪير آھين جو منھنجي خطا معاف ڪندين - ھاڻي تون
منھنجي ھٿان ڪاڏي ويندين - ائين چئي اُن تختيءَ ۾ ڏٺاءِ جنھن
ھنر ريت لکيل ھو - تہ اسم اعظم پڙھي اُنھيءَ تختيءَ کي جادوءَ جي

قلعي ساڻ ڇهائي پوءِ قادر جي قدرت وينو ڏس-

ايتري ۾ جادوگر هڪڙو منتر پڙهي شهزادي ڏانهن ڦوڪاريو ته يڪدم اهڙي باھ اچي پئدا ٿي جنهنڪري جانعالم جي جان ڏکڻ لڳي ۽ بيهوش ٿيڻ لڳو ۽ ڀانياءِ ته اڄ ٿو پسم ٿيان تہ اُن مهل اسم اعظم پڙهڻ ياد آيس ڏٺيءَ کي ياد ڪري اسم اعظم پڙهياءِ ته يڪدم باھ جو جوش ڍرو ٿي ويو تڏهن قدم کي وڌائي اُنهي دم تختي کي ڪڍي وڃي قلعي جي ديوار سان لاتاءِ ته اُهو قلعو ڪڙڪاٽ ڪري پرزا پرزا ٿي پيو ۽ اندوڪار ٿي ويو اُنهيءَ مان جيڪا باھ نڪتي تنهن جادوگر کي جلائي خاڪ ڪري ڇڏيو اُتي شهزادو ڏڻي جا شڪرانا ڪرڻ لڳو-

اڳتي وڌي ڏسي ته هڪڙي پلنگ تي اچي چادر پيئي آهي- اچان ڇتائي ڏسي ته اُنجي اندر انجمن آرا مزي سان سمهي پيئي آهي جهڙي حسن جي حاڪ چئون ڪيس پڌائي هئي تنهنکان ٻہ سؤ حصا سهڻي صورت ڏسي مٿس موهت ٿي پيو تڏهن صاحب جا شڪرانہ ڪري اڳيان اچي ويٺس- انجمن آرا هنجو آواز ٻڌي چيس تہ تون ڪير آهين جو ٻنا موڪل اندر هليو آيو آهين

جانعالم چيس تہ مون تنهنجي حسن جو خريدار آهيان ڪيتي مشڪلاتون سهي مس مس اچي تنهنجو ديدار ڪيو اٿم-

انجمن آرا هنجي صورت ڏسي دل ۾ ڏاڍو خوش ٿي پر ٻاهرينءَ دل ڇوڙ لڳس تہ ڪو لحاظ ۽ شرم ڪر اشرافن جي گهر ۾ اندر گهري آيو آهين پڇڻ وارو ڪو اٿيئي يا نہ؟ جانعالم چيو تہ تنهنجي پڇڻ واري جي پاڻ منهن ڪان آخر ڏاءِ پتي ڪڍي اٿم- هاڻي تو ڪان سوا ءِ پيو ڪير آهي- اهي لفظ ٻڌي شرم ڪان انجمن آرا ڪنڌ ڪڍي هيٺ ڪيو-

وري جانعالم چيس تہ منهنجي ڪشالن تي ڪهل ڪر مونکي محبت جو مزو ڏي جو تہ مون ظالم جادوگر کي ماري مڪايو آهي

انجمن آرا جيس توکي محبت جو ڦل هلي پيو، کان وٺي ٿي ڏيان. جانعالم جيس تہ مزوريءَ جي محبت چپ چپن تي رکڻ ڏي پيو ڪجھہ نٿو گھران. ايترو چئي شوخي کان گھٽ وڌ لفظ شهزادي کي ٻالهايائي. محبوب جي مٺڙن کان جانعالم مورڇا تي پٽ تي ڪري پيو. اهو حال ڏسي وسي ٿي چوڻ لڳي تہ جھنگ ۾ هن بنا منهنجي سنڀال ڪير ڪندو. وري هنجي جوڀن جواني ڏسي اکين ۾ پاڻي آڻي جانعالم جو مٿو کڻي پنهنجي گوڏن تي رکي روئڻ لڳي. ۽ گلاب جهڙا ڳوڙها جي عاشق جي منهن ۽ سيني تي پيا تن عطر ۽ گلاب جو ڪم ڏنو مطلب تہ جانعالم پنهنجو مٿو معشوق جي ڪڇ ۾ ڏسي شڪرانا ڪرڻ لڳو انجمن آرا تہ ڪجهوئي ڪين ۽ اُنان اُٿي پري وڃي ٻهي رهي.

جانعالم نيزاريءَ سان چوڻ لڳس افسوس هن هوشياري کان بيهوشي بهتر هئي ڀلا منهن تہ ڏيکار ڪا ڳالهہ ٻولهہ تہ ڪر. سودو تہ رضائي آهي. انجمن آرا مرڪي جيس تہ وڏيڪ نہ ڳالهاءِ ۽ وات جا چشڪا نہ وٺ. جانعالم جيس مڃين توڙي نہ مڃين مؤن تنهنجو مهمان آهيان. ايترو چئي انجمن آرا جيس زبان جي ٽان ٽان ڇڏي ڏي جيڪڏهن جادگر جي قندي ۾ نہ ڦاسان ها تہ تون ڪو آڪڙخانن وانگر گھٽ وڌ ڳالهائين ۽ گاريون ڏئين ها ڇا؟

شهزادي اهي لفظ ٻڌي ڪنڌ کڻي هيٺ ڪيو. منهن جو رنگ زرد ٿي ويس اکين مان پاڻي اچڻ لڳس. گھڻي ادب سان چياءِ

سرڪار سان بي ادب ٿيڻ. منهنجي مجال ناهي
محبت جي ڦال کھوڙ ۾. ڇا سڪ جي سنڀال ناهي

اي شهزادي! بي ادبي معاف ڪر. پنهنجي دل صاف ڪر دل جي ٽارا زي ۾ منهنجو انصاف ڪر.

تڏهن انجمن آرا مرڪي جيس تو مو سان ڏي ڀلائي ڪئي آهي ڀلائي جو بدلو ڏڻي توکي نہ ورڏيندو ۽ منهنجو پيءُ بہ تنهنجو

حق ڪين وڃائيندو. جانعالم چيس تہ نڪو زر جو بکيو آهيان نڪو تخت جو طلبگار آهيان. مون تہ فقط تنهنجي حسن جو خريدار آهيان.

اڃان هي انهن ڳالهين ۾ مست هوا تہ بادشاهہ بہ خوشخبريءَ ٻڌي اُٿي اچي پهتو. پوءِ شهزادي کي ڏوليءَ ۾ چاڙهي ۽ جانعالم کي تخت تي وهاري شهر ڏانهن وٺي ويو. چوطرف خوشي جا نغارا وڄڻ لڳا هرڪو خوشيءَ جا گانا ۽ گيت ڳائڻ لڳو. بادشاهہ جانعالم تان خزانا خيرات ڪيا. غريب شاهوڪار ٿيا. انجمن آرا پنهنجي پياريءَ ماءُ سان وڃي ملي. ۽ سڄو سماچار جادوگر ۽ جانعالم جو ڪري ٻڌائيندس. ۽ عاشق جي اشرافت جي سفارش تجويز سان ڪيائينس. انجمن آرا جون هڪ جيڏيون سلامتي سان اچڻ ڪري کيس مبارڪ ڏيڻ لڳيون تہ جانعالم جي جس ڪري تنهنجو نئون جنم ٿيو آهي اسان تہ ڪانسواءِ اُپاڪيون هيونسي. تنهنجو مرڪندڙ منهن ڏسي دل ۾ گل وانگر پيون ٽڙون. تنهن پروردگار شل تنهنجي عاشق جي اُميد پوري ڪندو. تڏهن شهزادي دل ۾ خوش ۽ بغل ۾ اٽان هٿي منهن ۾ گهنڊ پائي چوندي هين. واهہ واهہ سيڪا ساهيڙي اهڙي ڳالهہ ڪيڏي وڻي آهي. اهڙا چرچا هرڪا پاٽسان ڪري.

اهڙيءَ طرح سندس سرتيون ساڻس هميشہ مسخريون ڪري پنهنجي دل وندرائينديون هيون. هو ڏانهن جانعالم کي بادشاهہ ساهہ سان سانڍيندو هو. پاڻ ڪان پلڪ بہ پاسي نہ ڪندو هوس.

هڪڙي ڏينهن محلات ۾ آيو ۽ پنهنجي بيگم کي چيائين تہ جانعالم جي هلاڪيءَ جو حق اسانجي سر تي آهي ۽ هن جي هت اچڻ جو خاص اهوئي مطلب آهي تنهنڪري جلدئي انجمن آرا کان صلاح پڇي ورندي ڏي. بيگم يڪدم انجمن آرا وٽ وئي ۽ دل جو سڄو انسنو سندس اڳيان ظاهر ڪيائين. انجمن آرا اهو حال ٻڌي ڪنڌ ڪڙي هيٺ ڪيو.

ٿوري ويرم بعد انجمن آرا ماءُ کي چيو- جيڪڏهن هن ڪا منت ڪئي آهي ته ڪيس ڪا جاگير ڪٺي عطا ڪيو- پيءُ حالت ۾ جيڪو توهانجو راضپو سو منهنجو راضپو آهي- اُتي دائي ويٺي هئي تنهن، اُنس کي مرڪي چيو ته هيءَ توهانجي چوڻ کان ٻاهر وينديءَ ڇا؟ ڀلا ماءُ پيءُ پنهنجي اولاد کي گهٽ گهرندو ڇا؟

بيگم اُتان اُٿي بادشاه وٽ آئي ۽ اُنکي سڄو حال ڪري ٻڌايائين جو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو- شهر ۾ انهي ڳالهه جو هل مچي ويو- ننڍو وڏو خوش ٿيڻ لڳو-

راوي پنهنجي احوال کي هنريت بيان ٿو ڪري- ته اها خوشخبري جانعالم ٻڌي ڪپڙن ۾ ئي نه پيو ماپي گلاب جي گل وانگر ٽڙي پيو- بادشاه ڍنڍورو ڦيرايو ته سڀڪو ڪهنبو لباس ڍڪي خوشيءَ جو نعرو وڄائي- جنهنکي جيڪي گهرجي سو سرڪاري خزاني مان وٺي وڃي- سڄي شهر ۾ روشنائي ۽ آتش بازي ٿي- ڪيئي ڪلاونت ۽ راڳيندڙ خوشيءَ جا راڳ ڳائڻ لڳا- وزير جانعالم جي طرفون گهوٽ پيءُ بيٺو- وڏي جنڃ بادشاه جي محلات ڏي هلي رستي ۾ ٻنهين طرفن کان بلوري جهار ٽنگي ڇڏيا هوائون اُنهن ۾ ڪافور جون ممبتيون ٿي ٻريون-

جانعالم جي مٿي تي جواهردار چٽ رکيائون ۽ چيلهه منجهه سونو ڪمرپٽو ٻڌي هڪڙي ابلک گهوڙي تي چاڙهي اُتي وٺي ليس- جنڃ جي اڳيان پريان آتش بازي ۽ ناچ تماشو لڳو پيو جي- گهوٽ جي مٿان گهوران گهوريندا ۽ سونا ڦل صدقو ڪندا يا اچن- ماڻهن جي ڀيهه ڳپا گيهه هئي- مطلب ته ڇڪي مان شان ان شهزادي کي وٺي اُتي هليا-

هوڏانهن دائين انجمن آرا کي سورهن ئي سينگار ڪرائي کين ۾ ڪجل پائي ڳاهي ٻڌائي هيرن جواهرن جي پوشاڪ ڏيئي ار عنبيرمکي سندس ڳچيءَ ۾ نولکو هار وجهي ڳل ڦل راڻي وانگي

ڪري وهاريائونس اُنوقت حسن اڃا وڌيڪ ٿي پيس جو چڙهي ٿو
چوڏهين جي چنڊ وانگر چمڪڻ لڳي - مطلب ته شهزادو ٻه ڇڳي
ريت سڳين سان ڪري لائون ڏيئي مهاري منجهه داخل ٿيو - جنهن
هن عاشق جا سيئي سور هڪ پلڪ ۾ دفع ٿي ويا - ۽ ڏاڍي خوشي
مان ڪايا جي پرسنتائي ڪيائون -

**بيت -** دليون دلين سان مليون - چاتين سان چاتيون
ڪوڪل ڪيون قرب جون - بلبل سان ٻاتيون
غمن واريون گم ٿيون - راحت ۾ راتيون
جيڏل ٻي چاتيون - مئوجان محبوبن جون -

تنهنڪانپوءِ انجمن آرا کي جانعالم ملڪه جي محبت ۽ دلاسن
جو سمورو احوال ڪري ٻڌايو - انجمن آرا ٻه ڪنڌ هيٺ ڪري
عاشق جي عذابن جو احوال ٿي ٻڌو - اُنوقت جي ڪهڙي ڳالهه
ڪجي پنهنجن جيئرن لاءِ عين عيد ۽ ڪمال خوشي هئي مطلب ته
سڄي رات دنيا جا مزا ۽ چمن جا چشڪا وٺي مزن ۾ گذاريائون

صبح جو اُٿڻ شرط شهزادو تازو توانو ٿي درٻار ۾ آيو ۽ اميرن
وزيرن ادب سان اُٿي مبارڪون ڏنس - هوڏانهن گهر ۾ انجمن آرا
کي ساهيڙيون مبارڪ ڏيئي چوڻ لڳيون ته ادي اڄ تو کي جهان
جي خبر پئي هوندي - مطلب ته انجمن آرا سان چرچا ۽ مسخريون
ڪرڻ لڳيون - انجمن آرا چپن ته اهڙين ڳالهين ڪندي ڏوهاڪي
حياءَ ۾ نٿو ٿئي -

راوي پنهنجي احوال کي هنريت بيان ٿو ڪري ته ڳچ مدت
ڪانپوءِ هڪڙي ڏينهن شهزادي بادشاهه کي عرض ڪيو ته مونکي
پنهنجي وطن ۽ ماءُ پيءُ جي سڪ لڳي آهي مهرباني ڪري خوشيءَ
سان موڪل ڏيو ته پنهنجي وطن جا وڻ وڃي ڏسان -

بادشاهه اها ڳالهه ٻڌي ڪجهوئي ڪين - وري رات جو جانعالم
وطن هلڻ جي واردات پنهنجي پياريءَ انجمن آرا سان ڪيائين،

جنهن گهڙيءَ خوشيءَ سان قبول ڪيو - ۽ بادشاهه به جانعالم کي دلگير ڏسي موڪل ڏني -

انجمن آرا پنهنجي ساهيڙين کان موڪلائي روانى ٿي -

[ راوي ] روح ريجهائيندڙ ڳالهه کي هن طرح ٿو سينگاري ته هو ڏانهن ملڪه جو جانعالم جي جدائيءَ کان اهڙو حال هو وصل جي واعدي تي دل پئي وندرائيندي هئي - ۽ ڪڏهن ڪڏهن غم ۾ غوطا کائيندي ۽ بيت ڳائيندي هئي -

[ بيت ]

خدا شل ملائيندو يار جاني - جنهنجي ڪٿن ڪئي دلڙي ديواني جنهن لاءِ وڃايانٿي زندگاني - تنهنجي ڪڏهن قاصد اچي ڏيندو نيشاني جانعالم تون الا جي ڪٿي ٿو گذارين - ملڪه مٿل کي اچي شل جتارين پاري ٻاهه برهه جي وئين دل دکائي - راتيان ڏينهن روح ۾ تنهنجي تار آهي

سهيليون ملڪه کي دم دلاسا ڏيئي سندس غم کي گهٽوئي هٽائينديون هيون مگر هنکي ڏيرج ئي نه ايندو هو -

هو ڏانهن جانعالم منزل تي منزل ڪندو اچي شهر جي ٻاهران تنبو کوڙيا - شهر جي ماڻهن کي عجب لڳو ته هي لشڪر وري ڪيئن ڪڙڪي آيو آهي - ايتري ۾ جانعالم پنهنجو گهوڙو ڊوڙائي اچي ملڪه جي محلي کي ويجهو ٿيو ٻانهين اندر وڃي ملڪه کي مبارڪ ڏني

اها خبر ٻڌي ملڪه کي ايتري قدر خوشي ٿي جنهنجو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي - جانعالم به ايندي شرط ملڪه سان پاڪر پائي سندس سر کڻي چڙ ياءِ ! ملڪه به پنهنجي من گهري معشوق سان ملي زار زار رنو پنهنجن ڳوڙها ڳاڙيا ۽ وري نينهن کي نئون ڪيائون پوءِ انجمن آرا هٿ ڪرڻ جو سڄو حوال کيس ٻڌائي اُٿان اُٿي ڪري پير مڙدو وٽ آيو ۽ سندس پيرن تي ڪري پيو پوءِ پير مڙد ڇاتي سان لائي سڄو سماچار پڇيس - جانعالم سڀ احوال اوريو ۽ انجمن آرا جي وٺي اچڻ جو سماچار ٻڌايس -

پوءِ جانعالم اُن پيرمرد کان موڪلائي پنهنجي تنبوءَ ۾ آيو ۽ انجمن آرا سان سڄو احوال اوريو.

راوي بيان ٿو ڪري ته پيرمرد چڱو وقت ۽ چڱي مهل ڏسي جانعالم ۽ ملڪه جي شادي ڪئي. شهر ۾ گهر گهر واڌايون ورجي ويون مطلب ته جڏهن سڄ لٿو ۽ چنڊ نڪري نروار ٿيو تڏهن ملڪه ۽ جانعالم کي محل منجهه داخل ڪياءِ. اهو وقت ملڪه لاءِ ڏاڍي خوشي هئي. نيت ڪايا جي پرسنتائي ۽ روح رهاڻ ڪري خوش ٿيا ۽ ورهين جا وڇوڙا هڪ لحظي منجهه لاهي ڇڏياءِ. صبح جو شهزادو اٿي تڙ ڪري پوشاڪ ڍڪي ڪچهريءَ ۾ داخل ٿيو.

هوڏانهن ملڪه جا سڄي رات جي اوجاڳي سبب سمهي پئي ته هيڏانهن انجمن آرا سيني ساهيڙين سميت ملڪه جي محلات ۾ وڃي ڪيس اٿاري چوڻ لڳي چو ادي رات توکي ڪنهن اوجاڳو ڪرايو هو ڇا؟ ٻي ساهيڙي چوڻ لڳس ته ڪٿي رات راند ڪئي هوندائون اهو اوجاڳو هوندس. ٽين چوڻ لڳي ته حساب ڪتاب لاهڻ ۾ ڪو وقت گهرجي يا نه. چوٿين چوڻ لڳي ته هيڪلي نه جاڳي آهي ضرور ٻيو به ڪو جاڳيو هوندو. وري انجمن آرا مرڪي ملڪه کي چيو ته ادي هي ڳلن تي نيشان ڏسڻ ۾ ٿا اچن ادي ڪجهه جواب ته ڏي ڀلا چولي جي پيٽي جو ڇڪل آهي وار به ڇڙو ڇڙ ٿي پيا آٿيئي. هڪ ٻئي جا وار پٽيا اٿو ڇا رات جو لڙائي ته ڪان ڪئي اٿو؟

تڏهن ملڪه جواب ڏنس ته ادي انجمن آرا انهيءَ ويڙهه جي مونکان توکي وڌيڪ سڌ هوندي پوءِ وري مونکي ڇو ٿي کپائين. جهڙا تو وار پٽايا هوندا تهڙا مون به پٽايا هوندا باقي ويچارين منهنجي ساهيڙين کي به سڌ ٿوري آهي هاڻي دل ٿي سڙڪين ۽ روح ريلا ٿو ڏئين. جڏهن سڀني جي من جي مراد پوري ٿيندي تڏهن اوجاڳي نه اوجاڳي جي پاڙهين ڪل پوندي مطلب ته اُنوقت هر ڪا

ھرڪا ڪُھيا ڪري پنھنجي پنھنجي مڪان ڏانھن ھلي ويئي-

رواي اڳتي قصي کي ھن ريت رونق ٿو وٺائي تہ ڪجھہ ڏينھن ڪان پوءِ جانعالم پنھنجي سھري ڪان وطن وڃڻ جي رخصت ورتي- ۽ صفر جو سانباھو ڪيو- پيرمرد ھڪ منزل ڏاءِ جانعالم سان گڏجي ھليو ۽ اُتي جانعالم کي ھڪ پاسي ڪري ڪا ڳجھي ڳالھہ ڪن ۾ ڪياءِ سندس پٺيان ماڻھن سمجھو تہ جئين اڳي تختي ڏسي ھوائينس تئين ھاڻي بہ ڪا عجيب ڪرامت سيکاري ھوندائينس تنھنکانپوءِ ملڪہ جي انجمن آرا کي گھڻي پيار ڪري موڪلاياءِ- انجمن آرا پيرمرد کي وڏندڙ جواب ڏيئي سيئي ھڪ ٻئي ڪان موڪلائي اڳتي روانا ٿيا وڃندي وينديءَ واٽ تي ھڪڙو ماڻھون مليس تنھن پڇيو تہ ھي ڪنھنجو لشڪر آھي؟ ماڻھن چيو تہ جانعالم جي فوج آھي ايھا خوش خبري ٻڌي ھو اچي مليو- جانعالم چتائي ڏسي سڃاتس تہ ھي تہ منھنجو يار وزيرزادو آھي- ڏاڍي محبت سان ساڻس گڏيو ۽ صفر جو سڄو سماچار ڪري ٻڌايائينس- پوءِ ھنڪي انجمن آرا ۽ ملڪہ وٽ وٺي ويو اُنھنکي چياءِ تہ وزيرزادو اھو اٿو جنھنجو ذڪر مون اوھان سان ڪيو ھو- پوءِ وزيرزادي کي چياءِ تہ ھي سڀ ٻانھيون حاضر آھن جيڪا توکي وڻي تنھنجي شادي تو سان ڪرايان- وزيرزادي گھڻي ادب سان عرض ڪيو تہ غريب کي ڪھڙي طاقت آھي جو سائينجن جي ٻانھي تي نظر رکي- شھزادي کي ھنجي اشرافت ۽ لياقت جي پوري تسلي اٿي ۽ گھڻو ڪري کيس پنھنجي محلات ۾ وٺيو ويندو ھو- ھڪ ڏينھن ملڪہ چيو تہ شھزادا ھي ڪھڙو دستور آھي جو توھان ھر روز ھن ڏارئي ماڻھوءَ کي محلات ۾ وٺيون ٿا اچو ۽ مجلس ۾ شريڪ ٿا ڪريو- تڏھن جانعالم چيو تہ اي ملڪہ جنھن شخص توھانجي ٻانھي نہ تيڙ جو لحاظ رکيو تنھنجم ٻيو وري ڪھڙو غمان رکڻ کپي وري ملڪہ انجمن آرا ڏاڍي منھن ڪري چيو تہ ادي توھان انصاف ڪر ھنجي

بيوقوفيءَ ۾ ڪجهڙو شڪ نہ هوندو - جيڪڏهن عقلمند هجي ها تہ ڇو
ٽپ ڏيئي جاه وءَ ۾ ڦاسي پوي ها - اُنوقت ايها سمجهہ نہ ٿي آيس
تہ زرنگار مان هزار ڪوهہ پري ٽپي پاڻيءَ جي حوض ۾ انجمن آرا
ڪيئن اچي پيدا ٿي - هوءَ انسان ذات زمين تي رهندڙ هئي -
اُها مڇيءَ جي پيدائش پاڻي ۾ رهندڙ هُئيءَ اي ادي تون هن
وقت پڻ سڀ خوشامند ڇڏي سچ چئہ - جانعالم اهي طعنا ٻڌي
ڪاوڙجي منهن موڙي چيو تہ ڪاٿون جو ذڪر ڪئي ٿي ملائين
اُنهيءَ وقت مونکي نيهن جو نشو هو - هوُ تہ تلاءَ هو پر جي ٻاهہ ٻہ ڪٽي
هجي ها تہ ٻہ ٽپي پوان ها - تون ٻہ پنهنجي جدائي جو وقت ياد
ڪر تہ ڪهڙي نہ ارمان ۾ گذاريو هوءِ - اڃان مونکي ٿي مهڻا ڏئين
ملڪہ چيو ساءِ زال ذات اصل کان مورکہ آهي پر توهان تہ
دانا آهيو - مطلب تہ اُهو وقت انهيءَ طرح گذري ويو - هو ڏانهن
وزيرادو وقت بوقت ملڪہءِ انجمن آرا کي ڏسي دل ۾ چوندو
هو تہ ڪئين ٻہ شهزادي کي ختم ڪري اهي ٻئي گل ماڻيان -
[ راوي ] روح ريجهائيندڙ ڳالهہ کي هن طرح ٿو سينگاري تہ
شهزادو منزل تي منزل ڪندو اچي هڪڙي سبزدار زمين تي
پهتو جتي چوڌاري گلن جي گلزاري هئي - پرسان هڪڙي نهر ٿي
وهي - شهزادو وزير کي پاڻسان وٺي نندي جي ڪناري تي وڃي
ويٺو اُتي پاڻ ۾ شراب پي خوش خبرون وڏڻ لڳا - جانعالم نشي
جي اُنڌ ۾ پنهنجو گذريل احوال هنرينت بيان ڪرڻ لڳو تہ ملڪہ
جي پيءُ پيرمرد جي مهرباني سان مونکي انجمن آرا هٿ لڳيءَ پيو
وڏو فائدو حاصل ٿيو اٿم پر اُن ڳجهہ جي ظاهر ڪرڻ جي سخت
منع اٿم - اُتي وزيرزادي عرض ڪيو تہ شهزادا ارمان ۽ افسوس
جي ڳالهہ آهي جو توهان مونکي اڃان ڌاريو ٿو سمجهيو -
جانعالم هي حال ٻڌي نرم دل ڪري چوڻ لڳس تہ اي يار وفادار
مونکي پيرمرد جي حال ٻڌائڻ جي منع تہ بيشڪ آهي پر تنهن هوندي

بہ توکي ٻڌايائين - چياءِ تي "تہ جيڪڏهن پنهنجو روح ٻئي جي روح ۾ وجھبو تہ ٿي سگھندو" جيڪڏهن تنهنجي بہ مرضي هجي تہ توکي بہ ڪٺي اهو منتر سيکاريان پر خبردار تہ ڄڻ متان اهو منتر ڪنهنکي سيکارين - وزير اهو احوال ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ تہ بہ توبہ سائينءَ جي حڪم کي آڏو ڪيئن ايندس ؟

راوي پنهنجي احوال کي هن ريت بيان ٿو ڪري تہ نشي جي حالت ۾ جڏهن جانعالم وزيرزادي کي اهو منتر سيکاريو تڏهن وزيرزادي جانعالم کي چيو تہ انهيءَ ڳالھ کي آزمائڻ کپي - پوءِ وزيرزادي ڳولهي ڦولي هڪڙي هنڌ ڏٺاءِ تہ هڪڙو مئل باندر پيو آهي اهو حال ڏوڙي وڃي جانعالم کي ڪياءِ - هن مت جي موڙهي چا ڪيو جو سڄڻ تي سهي پيو - منتر پڙهي پنهنجو روح ڪڍي ڪري باندر جي ڪالب ۾ وڌاءِ تہ باندر ٽپ ڏيئي اُٿي کڙو ٿيو ۽ شهزادي جو مڙهہ اُتي پيو هو -

ايتري ۾ وزير وري چا ڪيو جو اُهو منتر پڙهي پنهنجو روح ڪڍي ڪٺي جانعالم جي ڪالب ۾ وڌاءِ تہ سندس لاشو مڙدو ٿيو ۽ جانعالم باندر ٿيو ويٺو هو - سو هي حال ڏسي نهايت حيرت ۾ حيران ٿي دل ۾ چوڻ لڳو تہ پنهنجي پير تي ڪهاڙو تہ پاڻهين هنيو اٿم هاڻي ڏسجي تہ ڇا ٿو ظاهر ٿئي - وزير پنهنجو مڙهہ پاڻي ۾ اُڇلائي دلجاءِ ڪري اُنهي باندر جي مارڻ جي ڪوشش ۾ پيو پر باندر تہ ساھ جي ڊپ کان اُتان نڪري ڀڄي ويو - پوءِ وزير [جو جانعالم جي ڪالب ۾ هو] اُتان سڌو محلات ۾ آيو ۽ انجمن آرا ۽ ملڪہ کي تڪڙو تڪڙو چوڻ لڳو تہ وزير کي جهنگ ۾ ٻگهڙ ماري ڦاڙي ڪٺي ويو انهيءَ ڪري نهايت دلگير آهيان -

هنن جواب ڏنس تہ بس سندس قسمت ائين هئي، تنهنکان پوءِ هو جلد ئي ٻاهر نڪري آيو ملڪہ تمام هوشيار ۽ قابل هئي تنهن وزير جي ٻاهر وڃڻ کانپوءِ انجمن آرا کي چيو اڄ ڪہ خدا خير ڪري

وزيرزادي جو ذڪر خيال ڪرڻ جهڙو ۽ شهزادي جو هٿ اچڻ ۽ ٽڪرو ڳالهائڻ ۽ جلد موٽي وڃڻ شڪ جهڙو آهي - انجمن آرا چيو تون هميشه ماڻهن ۾ شڪ پيئي رکين، ملڪه چيس اڇا ڪارا ماڻهين پڌرا ٿيندا -

راوي روايت ٿو ڪري ته اها رات شهزادي ڪي ملڪه وٽ آرام ڪرڻ جي هئي ۽ رات جو ملڪه به انجمن آرا وٽ ويٺي هئي ته اتي شهزادو (وزير) به آيو ماني کائڻ بعد ملڪه چيس ته شهزادا اڄ ڪٿي آرام ڪرڻ جي مرضي اٿو! هن شڪي ٿي آهستي چيو ته جتي توهان چئو - تڏهن ملڪه چيو ته انجمن آرا وٽ - هن ڏکيو چيو ته چڱو

تنهنکان پوءِ طرح طرح جا عجيب سوال پڇڻ لڳس پر وزير ڪو به جواب ڏيئي نه سگهيو - اتي ملڪه کي سو رهان ئي آئا پڪ ٿي ته جانعالم سان ڪو فريب ٿي ويو آهي -

وزير کي ته نائي اڻ تڻ هئي ته وڃه ملي ته انجمن آرا جي تنبوءَ ۾ وڃي آسائي ۾ وڃان ۽ ننڊ بت کي ٺاريان -

مطلب ته پنهين راتين پاڻ صلاح ڪري پاڻ کي بيمار بڻايو ۽ انجمن آرا شهزادي کي چيو ته ماهوار زناني بيماريءَ سبب ست ڏينهن توهان وٽ اچي نه سگهندس - اهڙيءَ طرح ملڪه به پيءُ ڪنهن بيماريءَ جو بهانو ڪري پئجي رهي -

وزير جهڙي جو تهڙو نا اُميد ٿي ڪٽ تي پئجي رهيو - صبح جو ملڪه انجمن آرا کي چيو ته هاڻي مونکي پڪ ٿي وئي ته منهنجي پيءُ جيڪو منتر جانعالم کي سيکاريو هو سو هن وري وزير کي به کي سيکاريو آهي - اڄ ڪانپوءِ شهزادي جي ملڻ جي اُميد اجائي آهي

صبوح ٿيڻ شرط وزير کي خيال ٿيو ته باندر کي ماري تسلي ڪري پوءِ اڳتي ڪو پير ڪريان - انهيءَ خيال تي هن اُن گهوٽ ۾ پڌرناموُن جاري ڪيو ته جيڪو شخص باندر جي سسي يا جيئرو باندر آڻي ڏيندو تنهنکي سرڪار مان ١٠ روپيه انعام ملندا -

انهيءَ لالچ تي سوين ماڻهون سنبري ٻيٺا ۽ بي انداز سيون هر روز بادشاه وٽ اچڻ لڳيون.

اهو حال ڏسي ملڪه انجمن آرا کي چوڻ لڳي ته شڪ نه آهي ته اسانجو شهزادو باندر جي صورت ۾ آهي. ڪڙو چڙي مار [ جهرڪن ماريندڙ ] شهر کان ٻري نڪري ويو. انهيءَ اُميد تي ته ڪو باندر هٿ لڳي ته ڏهه رپيا ڪمائي وٺان سو ڳوليندي ڳوليندي ٻيشن جو هڪڙن ٻوڙن ۾ ڏٺائين ته هڪ تمام ڏيرو باندر لڪو ويٺو آهي. ماري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هٿ وجهي وجي ورتائينس

راوي خوش ڪلام بيان ٿو ڪري ته اهو باندر خود شهزادو هو. جڏهن شهزادي ڏٺو ته منهنجو موت ته مٿان اچي بيٺو آهي تڏهن ماريءَ کان پڇياءِ ته اي صاحب مونکي ڪاڏي ٿو وٺي وڃين هن جواب ڏنس ته اي باندر ڪيترن ڏينهن کان باندر جي ڳولا ۾ هوس اڄ مس مس خداءِ ٻاجهه ڪئي آهي.

تڏهن باندر گهڻي نيازسان چيس ته ڏهن روپين لاءِ جي گهات ڪرڻ خدا کي نه وڻندڙ آهي انهن پئسن مان تون ڪيترا ڏينهن کائيندين ؟ (هن بي رحم ماريءَ چيس) ته اهي نصيحتون وڃي ڏادان ٻارن کي ڪر. مون تنهنجي چٽن تي لڳي پنهنجو ٻورهيو رباد ڪين ڪندس. نيٺ ماري باندر کي وٺي پنهنجي گهر پهتو تڏهن زال کي خوشيءَ مان هڪل ڪري چياءِ ته اچهو باندر –

باندر هٿ ادب جا ٻڌي سر جهڪائي سلام ڪيو. زال کي هو حال ڏسي حيرت لڳي. تڏهن باندر چيس ته اي مائي مون کن جو ڏکايل ۽ ٻورن جو ستايل اڄ اوهانوٽ موت جو شڪار ٿڻ آيو آهيان. توهان منهنجي مرڻ ۾ پنهنجي خوش نصيبي نه مجهو خدا الاجي ڇا ۾ راضي آهي خدا جي نالي مونتي رحم ڪريو ماري خدا توکي ڏهن رپين جي عيوض ڏهه هزار رپيا ڏيندو مائي ! توکي خبر نه آهي ته خدا دوست بادشاه پنهنجي سڄي

سلطنت خدا جي نالي تي خيرات ڪري ڇڏي هئي ملڪ اُنجي عيوض هنکي ٻه بادشاهتون ڏنيون.

ماريءَ جي زال پڇيس تہ خدا دوست بادشاه جي ڳالهہ ڪيئن آهي



# ڪهاڻي خدا دوست بادشاه جي

باندر چيو تہ اي مائي! خدا دوست بادشاه ڏاڍو سخي هو جو شخص جا شيءِ گهرندو هوس تہ اُنکي يڪدم اُها شيءِ ڪڍي ڏيندو هو. هڪڙي ڏينهن هڪڙو فقير اچي چيس تہ ٽن ڏينهن لاءِ هن حڪومت جي واڳ منهنجي حوالي ڪر. بادشاه اهي لفظ ٻڌي اُنهي دم فقير کي ڪڍي تخت تي ويهاريوءِ پاڻ وڃي محلات ۾ ويهي رهيو. ٽن ڏينهن کانپوءِ وري اچي پنهنجو تخت گهرياءِ پر فقير چيس تہ مونکي بادشاهيءَ جي لذت اچي وئي آهي تنهنڪري هميشہ لاءِ بخشيش ڪري ڏي. جي ائين نہ ڪرين تہ پنهنجو نالو خدا دوست ڦيرائي ٻيو رک.

هن سخي مرد اها ڳالهہ ٻڌي بادشاهيءَ تان هٿ ڪڍي فقير جو لباس پهري پنهنجي راڻيءَ ۽ ٻن پٽن سميت اُٿي جهنگ جي راه ورتي. ڪجهہ پنڌ ڪندي اچي هڪڙي جهنگ ۾ ويٺا. اُتي هڪڙي سوداگر راڻي جي سهڻي صورت ڏسي ڪري اچي خدا دوست کي عرض ڪيو تہ منهنجي بيبيءَ کي ويم جا سور ٿيا آهن تنهن ڪري خدا جي نالي پنهنجي زال کي مونساڻ موڪل ڏي تہ هلي هنجي مدد ڪري.

خدا دوست گهڻي خوشيءَ مان چيو تہ هن مسڪين حال ۾ ٻہ ڪنهنجو ڪم ٿئي تہ ٻيو ڇا گهرجي. ائين چئي پنهنجي نيڪ بيبيءَ کي اُن ٺڳ سوداگر سان موڪل ڏناءِ. هن ٺڳ هن راڻيءَ کي وري جهاز تي چاڙهي ٻيءِ ڪنهن پاسي وٺي ويو.

خدا دوست ڪجهہ وقت تاءِ ڏسندو رهيو پر اُن جهنگ ۾ ڪي ٻہ

نظر نه آيس آخر خدا جو شڪرانو ڪري پنهنجي ٻنهين پٽن کي ساڻ وٺي اُتي اڳتي روانو ٿيو. ڪجهه وقت بعد هنکي هڪڙي ندي نظر چڙهي. اُن نديءَ جي ڪناري تي اچي هڪڙي پٽ کي ويهاري چيائينس ته هن ٻچي کي پار چاڙهي وري توکي کڻي ٿو وڃان. پر وچ درياهه ۾ هڪڙو پٽس ٻڏي ويو ۽ ٻئي تي شينهن حملو ڪيو. وري اچي ڏسي ته اهو به نه آهي جو ته هنکي شڪاري شينهن کان بچائي گهر وٺي ويو هو ٻڏل چوڪر به مهاڻي کي چار ۾ جيئرو هٿ لڳي ويو هو. پر هي ويچارو غم جو ماريو نراس ۽ نا اميد ٿي صبر ڪري اُتي پنڌ پيو. هڪڙي شهر ۾ پريات جو اچي پهتو ته اڳيئي گهڻا ماڻهون ميڙ ڪيو بيٺا هوا. سي هنکي ڏسنديئي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ هٿ کان وٺي تخت تي وهاريائونس. جو ته اُن شهر جو بادشاه مري ويو هو. وزيرن ٺهراءُ ڪيو هو ته سڀاڻي صبوح جو سڀ کان اڳي جيڪو مسافر شهر جي ٻاهران ايندو ته اُنکي بادشاه ڪبو.

اجان خدا دوست پيرمس پاتو ته ڪيس بادشاه ڪٺي بڻايائون خدا دوست تخت تي ويهڻ شرط وزير کي حڪم ڪيو ته شهر مان ٢ نينگر خوبصورت ۽ هڪ جيترا هڪ مهانڊي خريد ڪري ني اچ؟ مطلب ته خدا جي مهرباني سان اُهي ٻئي شهزادا جيکي در حقيقت بادشاه خدا دوست جا پٽ هوا سي وڏس اچي حاضر ٿيا. بادشاه هنکي شاهي وڳو پهرائي پنهنجي خدمت ۾ حاضر ڪرڻ ۽ حڪم ڏنو. هنن ٻنهين کي ڏسي بادشاه خوش پيو ٿيندو هو. ٿورن ڏينهن بعد اهو نگهه سوداگر ڪجهه جيترا تحفا کڻي اچي بادشاه خدا دوست وٽ حاضر ٿيو.

بادشاه هن سوداگر کي گهڻو مان ڏنو بلڪ رات جو رهڻ ۽ مجلس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ فرمايائين. سوداگر بادشاه کي عرض ڪيو منهنجي عورت تمام بدمزاج آهي متان رات جو ڪيڏانهن نڪري نه وڃي. انهيءَ ڪري لاچار آهيان. بادشاه اها ڳالهه ٻڌي

پنهنجي پنهين چوڪرن ۽ چوبدار کي حڪم ڏنو ته اڄ هن سوداگر جي گهر کي خبرداريءَ سان وڃي پهرو ڏيو سڀاڻي اُن عورت کي پاڻهين ڏنو ويندو -

اها ڳالهه ٻڌي سوداگر ڏاڍو خوش ٿيو دل ۾ چيائين ته سڀاڻي هن عورت کي بادشاه کان سزا جو ڏيئي ٿياري پنهنجي قبضي آڻيندس - ( چو ته هن وقت تائين هوءَ هنڪي هٿ نه ايندي هئي ۽ ڀاءُ پٽ ڪري چوندي هيس )

( راوي ) روح رڇهائيندڙ ڳالهه کي هنطرح ٿو سينگاري ته هو ٻئي چوڪر گڏجي هن سوداگر جي گهر تي پهرو ڏيڻ لڳا -

ڳچ وقت کانپوءِ هڪڙو چوڪر ٻئي کي چوڻ لڳو ته سڄي رات او جاڳڻ ۾ الاجي ڪيئن نبرندي - تنهنڪري ڪا ڳالهه ڪڍي باقي ٻه پهر رات جا گذاريون - ٻي چوڪر جواب ڏنو ته ڏاڍو ڀلو ڳالهه کان اڳين ڏٺي ڳالهه ڪرڻ بهتر آهي - تڏهن پهرئين چوڪر ٿڌو ساه ڪڍي چوڻ لڳو -

ته مون ڪمبخت خدا دوست بادشاه جو پٽ آهيان منهنجو پيءُ هڪڙي فقير کي راڄ ڏيئي پاڻ ۽ راڻي ۽ اسان ٢ ڀائر اُنان نڪري پرديس روانا ٿياسين رستي ۾ منهنجي ماءُ ڪنهن ضروري ڪم لاءِ ويئي ته وري نه موٽي - پوءِ منهنجي پيءُ اسان ٻنهين ڀائرن کي وٺي نديءَ جي ڪناري تي اچي پهتو - مونکي ڪناري ويهاري پاڻ ٻئي پٽ کڻ هن پر ڪڍي ويو ۽ اُنهيءَ وچ ۾ هڪڙو شينهن مونتي گجندو آيو - جو هڪڙي شڪاريءَ اچي مونکي ڇڏايو - اُن وقت کان وٺي پيءُ ۽ ڀاءُ جي خبر نه آهي ته هو ڪٿي آهن - ايهو احوال ٻڌي ٻيو چوڪر اچي پنهنجي ڀاءُ کي ڇاتيءَ سان لڳو ۽ چيس ته اُن وقت کانوٺي مونکي به پيءُ ۽ ڀاءُ جي خبر ڪانه هئي پر خدا جا لک لک ٿورا جو توان منهنجي جگر جو ٽڪر هن وقت مونکي اچي مليو آهين - اُهو تنهنجو ٻيو ڀاءُ مون آهيان - ٻڌندڙو! سوداگر

جي عورت جا در حقيقت اُنهن جي سڀي ماءُ هُئي تنهن اها دل سوز پرجوش ڳالهه ٻڌي ٻڪدم هيٺ لهي آئي ۽ ٻاڪر پائي پنهنجي ڇاتيءَ سان لاتاءِ -

تنهنڪانپوءِ سڀ گڏجي بادشاهه وٽ آيا - بادشاهه ايها خوش خبري ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اُنهنکي دلاساءِ ڏيڻ ٿي چيائين تہ اهو خدادوست موں آهيان - پوءِ اُنهيءَ سوداگر کي شهر نيڪالي ڏياري ڇڏياءِ - پوءِ اُهو ساڳيو فقير وري وٽس آيو ۽ بادشاهي جو سوال ڪياءِ - هي وري بہ بادشاهي ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو پر فقير کيس سچائي چوڻ لڳو تہ تون بيشڪ خدادوست آهين - موں اُهو ساڳيو فقير آهيان - خدا ڪري توکي ٻئي بادشاهتون مبارڪ هجن -



وري باندر چوڻ لڳو تہ اي مائي جيڪو خدا جي نالي ٻئي جو سوال پُورو ٿو ڪري تنهنجا مطلب خداءِ پاڻ پورا ٿو ڪري - تہ مائي خدا جي واسطي منهنجي هن حال تي رحم ڪر - تہ موں توکي مالان مال ڪندس -

اُها مائي باندر جون مٺيون ڳالهيون ٻڌي ڏاڍو خوش ٿي چوڻ لڳس تہ تون تسلي ڪر منهنجو ساهه وڃي تہ وڃڻ ڏيہ پر منهنجي وار جو نالو ڪوبہ نہ ڳنهندو -

صبح جو ماري باندر کي ڇوڙي وٺي هلڻ لڳو پر زال هڪل ڪري چيس تہ متان اهو ڪم ڪيو اٿيئي ڇاڪاڻ تہ هي باندر بخت وارو آهي هنجي صدقو اسانجي بکہ ڳهر ويٺي لهي ويندي ري گهڙي لڳو پيو پر هنجي زال هڪ ٿي ٿي بيٺي ۽ چيائينس خدا تي توڪل رکي اڄ شڪار تي وڃ ۽ پنهنجي بخت کي تون مائي ڏس - ماري جهڙو تهڙو سوُر سر تي بہ ساڻيءَ جهنگہ جي راهه تي - آن ڏينهن تمام گهڻو شڪار هٿ لڳس جنهن جو خوش ٿيندو آيو - اهڙيءَ طرح هر روز ويندو هو ۽ جهجهو شڪار ماندو هوس -

بانڊر کي سڀاڳو سمجهي ماڻهن جي چغليءَ کان اندر لڪل رکياءِ. بانڊر به رات جو طرحين طرحين نقل نظير ڪري پيو هنن کي خوش ڪندو هو. اُن ماڙيءَ جي پاسي ۾ هڪڙو سوداگر رهندو هو سو هڪڙي رات هن بانڊر جو مٺو آواز ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو صبح جو ماڙيءَ کي چياءِ ته توهان وٽ جيڪو بانڊر آهي سو مله تي مونکي ڏي. سوداگر جو اهو احوال ٻڌي هنن زال ۽ مڙس جو منهن لهي زردو ٿي ويو ۽ هٿ ٻڌي چوڻ لڳس ته انهيءَ بانڊر کي اسين ٻارن وانگر پاليندا آهيون خدا جي واسطي بانڊر جو نالو نه وٺ

سوداگر چيو ته اهو بانڊر مونکي پاڻ وٽ رکڻو آهي. مون بادشاه پابي کنهنکي نه ڏيندس. توهان جيڪي گهرندؤ سو به توهان کي ڏيندس. جيڪڏهن بانڊر نه ڏيندؤ ته بادشاه کي چئي توهان ٻنهين کي ڦاسيءَ تي ٿو چاڙهايان. اهو ڏڪو ٻڌي ماڙيءَ جو ته ساهه ئي سڪي ويو اُتي بانڊر هڪل ڪري چيس ته اي ماڙي! تون منهنجو ڪو به فڪر نه ڪر مونکي بيشڪ سوداگر جي حوالي ڪر ماڙيءَ چيس مون توکي ساهه کان به سوگهو سانڍيو آهي. هاڻي تون هوند واري جو منهن ڏسي ڦري ٿو وڃين.

بانڊر چيس اي صاحب مون تنهنجو هر طرح شڪرگذار آهيان. پر هن وقت جيڪڏهن تڪرار ڪندؤ ته ڳالهه ٻري وڃي پوندي. مون تنهنجي پر ۾ آهيان. روزمره اچي منهنجو منهن ڏسي ويندو ڪر مطلب ته سوداگر گهڻا پئسا ماڙيءَ کي ڏيئي بانڊر جي پاڻهي ورتي ۽ هي به مڙداڻو انجام ڪيائين ته ساهه هليو ويندو پر تڏهن به بانڊر جي پاڻهي بادشاه کي نه ڏيندس.

راوي پنهنجي احوال کي هن ريت بيان ٿو ڪري ته خون ڪستوري ڳجهو نٿو رهي سگهي. ٿوران ڏينهن بعد بادشاه کي معلوم ٿيو ته فلاڻي سوداگر وٽ هڪڙو ڳالهائيندڙ بانڊر آهي! تنهن ان چوبدار موڪليا ته وڃي اُن بانڊر کي وٺي اچو. هڪدم سپاهي

سوداگر وٽ آيا ۽ اچي بانڊر گهرڻ لڳس - اهو آواز ٻڌي بانڊر جو ته ساهه ئي سڪي ويو ۽ چيائين ته موت مٿي تي اچي بيٺو اٿم

سوداگر جو سندس اڳيان ويٺو هو سو بانڊر جو هي حال ڏسي چوڻ لڳس ته جيستائين منهنجي کلهن ۾ ساهه اٿم تيستائين هي ته هڪڙو بادشاهه آهي پر جي ڪٽي ڏه هجن تڏهن به منهنجو وار ونگو نه ٿيندو اڳتي راوي هنطرح رونق ٿو وڌائي ته اهو بادشاهه انهيءَ جهنگ ۾ مسافرن وانگي هو سو فقط شهزادي بانڊر مارڻ جي خيال تي اُتي ٽڪيو پيو هو نه ته اها حڪومت ڪنهن ٻئي بادشاهه جي هئي - هي انهي بادشاهه جي شهر ۾ دوستيءَ جو ٻڌي گهڻي شڪار جي بهاني اُتي رهي پيو هو - هي سوداگر جنهن وٽ بانڊر هو سو پر پاهرو اُن شهر جي بادشاهه وٽ ويو ۽ وڃي عرض ڪيائين ته هي بانڊر ننڍپڻ کان وٺي مون ساهه وانگر سانڍيو آهي پر بانڊر ڪش بادشاهه زور ظلم ڪري مونکان هي بانڊر ٿو گهري پر اسان ته سرڪار جي رعيت آهيون رعيت کي ظالمن کان بچائڻ بادشاهه جو حق آهي -

ايتري ۾ بانڊر ڪش بادشاهه جو وڪيل شهر جي بادشاهه وٽ آيو ۽ بادشاهه کي چوڻ لڳو ته اسانجي بادشاهه سلام ڏنا اٿو - ۽ چيو اٿس ته ضرور بضرور اهو بانڊر سوداگر کان وٺندس نه ته جنگ ڪرڻ لاءِ به مون تيار ٿيندس -

وڪيل جي اها ڳالهه بادشاهه ٻڌي وزير کان صلاح پڇي تڏهن وزير عرض ڪيو ته هڪ بانڊر جي لاءِ هزارن ماڻهن جو جنگ ۾ زيان ٿي وڃي سا ڳالهه مناسب نه آهي -

تڏهن بادشاهه سوداگر کي فرمايو ته بانڊر وڃي مسافر بادشاهه جي حوالي ڪر - سوداگر اهو حڪم ٻڌي سڙندو ٻڇندو ٻاهر نڪتو ۽ سڄو سماچار بانڊر کي ٻڌايائين ۽ تسلي ڏنائينس ته ساهه تائين منهنجي ست بانڊر ڪش بادشاهه ساڻ آهي پوءِ ڪٿائي بخت هاڻي تاوار ڪٽي بانڊر ڪش بادشاهه وٽ هلندو ۽ تو کي به وٺي ٿو هلان - تنهنجي

معافيءَ لاءِ چوندو ماڻس پر جي نہ مڃياءِ اول سندس سر ۾ تلوار هوندي پوءِ تون ۽ مون گڏجي مرندا سون. باندر ويچاري تہ ڪچوئي ڪين پر چوبدارن ٻاهران جلدي جلدي مچائي ڏني سڄي شهر ۾ ڪوڪات پئجي ويو ۽ سوداگر بہ سنهري هاٿيءَ تي سوار ٿيو ۽ باندر کي ڪٺي پنهنجي اڳيان وهاريائين شهر جا بيشمار ماڻهون سوداگر جي چوڌاري باندر ڏسڻ لاءِ ويڙهجي ويا.

اها ڳالهہ ملڪہ جي ڪن وچي پيئي تنهن انجمن آرا کي اطلاع ڏنو تہ شهزادو اڄ باندر جي شڪل منجهہ پڪڙيو آهي پر هاڻي همت ڪرڻ گهرجي. يڪدم پنهنجي خواجي سراءِ کي اُنهيءَ سوداگر ڏانهن موڪلياءِ. تہ انهيءَ باندر کي شاهي محلات ڪان ڦيرائي پوءِ بادشاهہ وٽ وٺيو وڃ. انهيءَ وچ ۾ هڪڙو طوطو ماري پڃري ۾ وجهي محلات ڪان هيٺ پرو لٽڪائي ڇڏيائين ۽ دل ۾ چيائين تہ جيڪڏهن براہ شهزادو هوندو پنهنجو ساهہ طوطي ۾ اڇي وجهندو ايتري ۾ خواجي سراءِ سوداگر کي نياپو وڃي رسايو تڏهن باندر پنهنجي خواجي سراءِ کي سڃاڻي سوداگر کي چيو تہ بادشاهي محلات ڏانهن ضرور هلڻ کپي اُنہ بہ ڪا اسانجي ڀلائي هوندي

باندر جي چوڻ تي سوداگر محلات جي واٽ ورتي آتي ڪجهہ ترسيو. اُتي باندر وجهہ وٺي ڳالهايو ۽ چيائين تہ دنيا هڪ گذرگاهہ آهي

**بيت** - بي وفا آهي زمانو. ٿو رلائي در بدر
خدا جي خلقت سڀيئي. آهہ باطن بي خبر
ناحق ظالم جي ظلم ڪان. هاڻ مون گرفتار ٿيس
بي گناهن کي بنائي. ٿو رلائي در بدر

اڃان اهي لفظ وات مس ڪڍيائين تہ محلات جي اندران روئڻ جو آواز آيس. اڃان باندر چتائي ڏٺو تہ هڪڙو پڃرو ٽنگيل نظر آيس جنهن ۾ هڪ مئل طوطو پيل هو. پوءِ باندر ڇا ڪيو؟ يڪدم پنهنجو ساهہ ڪڍي ڪٺي اُن طوطي ۾ وڌاءِ. اُنهيءَ ڳجهہ جي

خبر ڪنهن کي به ڪانه پيئي. سوداگر اُتي جو اُتي ڏٺو ته بانـدر
ڳالهائيندي ڳالهائيندي مري ويو. اهو حال ڏسي ته لڪين لوڪ ڏسي
نهايت فڪرمند ٿيا سوداگر به هاٿيءَ کي هڪلي وڃي بادشاه جي
روبرو ٿيو ۽ مئل باندر سندس حوالي ڪيو. هن نمڪ حرام وزير
اُنهيءَ مئل باندر کي ساڙائي ڇڏيو ۽ پنهنجي دل کي ٺاريائين.

هو ڏانهن ماڻهن جي وڃڻ ڪانپوءِ ملڪه اُهو ڇتونءَ وارو پڃرو
کڻي محلات ۾ رکيو ۽ حال احوال پڇڻ لڳس. ڪجهه وقت بعد
وزير بي پير محلات ۾ آيو. ته اُتي ملڪه مرڪي چيس ته مونکي
هڪڙو سهڻو ڇيلو وٺي آڻي ڏي ته اُنسان پنهنجي دل وندرايان

اڳي جو ملڪه وزير زادي سان ڳالهائڻ ته ڇڏيو پر منهن موڙي
پورو نهاريندي به ڪين هئي. سو هاڻي جو ڇيلي آڻڻ جو اڱڻ
ڪيائين اُنڪري وزير ڏاڍو خوش ٿيو ۽ يڪدم هڪڙو ڇيلو خريد
ڪرائي ڏياري موڪليائينس. هي ٻئي ڇيلي کي پاليندي رهي
هيون. هڪڙي ڏينهن رات رٿي اُنهيءَ ڇيلي کي گهٽي ماري پوءِ
وزير ڏانهن ماڻهو موڪليائين ته جلد محلات ڏانهن اچ. پوءِ ملڪه
پار ڪڍي روئڻ لڳي ۽ وار ڇوڙي ڇڏيائين مطلب ڳالهه جو ته ....

رنان مڪر جنان. تتر ٿال ڪن

رڏ بون پڪيون ڪونجڙيون. سي به اُڏائي ڏين

وزير ويچارو محبت جو ماريو اُنهيءَ دم ڊڪندو آيو ۽ چيائين
خير ته آهي! ملڪه چيس ته خير وري ڪهڙو چوان. هي ڇيلو جو
مون گهڻي سڪ سان پٽن وانگر ڪري پاليو هو سو بيٺي بيٺي مري
ويو. هاڻي هن ڏاران مون ڪيئن جيئندس. وزير چيس ته هن
ڪان به سونهن ۾ سرس ڏيا ڇيلا توکي آڻي تو ڏيان. ملڪه چيو ته
ڪڙو ڇيلو مونکي ڪٿان هٿ لڳندو مون هنکي وندر لاءِ رانديون
سيکاريون هيون هاڻي جيستائين جيئرو نه ٿيندو تيستائين منهنجو جيئڻ
محال آهي. وزير چيس چري ته ڪين ٿي آهين ڀلا مئل وري

ڪيترن جيترا ٿيندا.

ملڪه چيس تون جو مٺن کي جيئاريندو آهين اڳي ٻه منهنجي مُٺنا مري ويٺي هئي سا ٻه گهڙي وقت تاءِ تو جيئاري ڏيکاري هئي. وزير دل ۾ چيو ته جانعالم شايد برابر اهو ڪم اڳي ڪيو هوندو. جيڪڏهن مون هاڻي انڪار ڪندس، ته ڳالهه ۾ شڪ پئجي ويندو، تڏهن وزير چيس ته ڀلا پورو نيشان ڏي.

تڏهن ملڪه چيس ته واهه ساءِ واه ايتري ۾ ئي پاڻي ڏا وڃو تون سنگون ٿي سمهي پئين پوءِ يڪدم منهنجي مُٺنا اُٿي کڙي ٿي وزير چيس ته تنهنجو چيلو اُٿندو اکيون پٽي توڏي نهاريندو پر پوءِ جلدئي مري ويندو (ملڪه چيس) ته ڀلو وري ڇا گهرجي - من پڇاڙي جي موڪلاڻي وٺي ڇڏ پانس.

وزير سياڻو هو سو دل ۾ چوڻ لڳو ته هت متان ڪا دغا ٿي وڃي تنهنڪري هيڏانهن هوڏانهن ڪندو ن پاسا ڏسڻ لڳو پر طوطي ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به نظر نه آيس. تڏهن ملڪه ناز سان چيس تون گسائڻ جا سعيا تو ڪرين - وزير دلاسو ڏيئي چيس ته صبر ڪر ائين چئي پلنگ تي ليٽي پيو ۽ پنهنجو روح ڪڍي چيلي ۾ وڌاءِ ته يڪدم چيلو اُٿي کڙو ٿيو. ملڪه چيلي کي هٿ گهمائي چيو واه ڙي چيلا واه شاباس اٿيئي موڪلائي ٻه ٻه مٺو آهين.

جانعالم پنهنجو روح چٽون ۽ جي ٻت مان ڪڍي وڃي پنهنجي لاش ۾ داخل ڪيو ۽ تپ ڏيئي اُٿي کڙو ٿيو ۽ ڏاڍيءَ جا شڪرانا ڪجاءِ

وزير جو چيلي جي لاش ۾ هو سو پنهنجو هي حال ڏسي ڪري بيهوش ٿي ڪري پيو ۽ اکين اڳيان موت ڏسڻ لڳو.

ملڪه خواجا سراءِ کي حڪم ڏنو ته هن چيلي کي اهڙي ڪا مار ڏي جئين ڪل پٽيءَ تي نه هجيس.

جانعالم اُن چڙي مار ۽ سوداگر کي گهرائي ۽ تمام گهڻو انعام ڏيئي اُتان ڪوچ ڪري روانو ٿي ويو.

راوي پنهنجي احوال کي هن ريت بيان ٿو ڪري ته جانعالم سڄي ڪٽڪ سميت اچي هڪڙي منزل تي پهتو. انوقت ٻن پهرن جو وقت هو سڀڪو پنهنجي جاءِ تي آرام ۾ سمهيو پيو هو ايتري ۾ هڪڙي ٻانهي انجمن آرا وٽ رئندي آئي ۽ چيائينس ته جانعالم جي دشمن جي طبعت خوش نه آهي تنهنڪري ايها تختي طلسم جي ۽ نقش سليماني ڏيو ته ڪيئنس ڏوئي پيا رجي -

[ انجمن آرا جو هنکي تخت ڏيڻ ] ۽ آسمان مان هڪ پڙنڪ آواز ٿيڻ [ ته اي جانعالم خبردار هشيار ] اهو ڏينهن ياد ڪر جو تون انهي نقش جي زور تي اڻ موڪلايو بي پرواه ٿي هليو ويو هئين - هاڻي پاڻهين پنهنجي پيرن سان قبرستان ۾ آيو آهين انجمن آرا چيو هي ظالم زمانه بيوفا آهي ۽ هڪ جي مٿان ٻي آفت تيار آهي -

( بيت )

خدا کو خير کرتون با الهي - ڏي مدد مسڪين کي جلشانه جائي

تو ريتي وقت ۾ جادوءَ جي عجيب اتڪل سان سڄي لشڪر جو هيٺيون هند اڏاءِ پهڻ ٿي پيو - ملڪه انجمن آرا به انهيءَ وقت جي عذاب کان ڇٽل ڪين هيون فقط ڳالهائڻ نصيب هون ٻاقي پيو ڪهڻ ڦرڻ جوڻيو پاو - ايتري ۾ جادوگرڻ [ جنهنکان جانعالم کي اهو نقش مليو هو ] هڪڙي هاٿيءَ تي سوار ٿي ڏاڍي ڪجڪار سان پرسان اچي چيائينس ته اي جانعالم هاڻي ڇا خيال آهي - جيڪڏهن توکي محبت جو سوال آهي ته هيءَ ٻندي خذمتگار آهي نه ته اي شهزادا توکي مرڻ حلال آهي -

جانعالم جواب ڏنس ته مون انهيءَ ڳالهه تي ٻيٺال آهيان مگر جيٿري مونکان منهن ڪارائي نه ٿيندي - اهو جواب ٻڌي جادوگرڻ جا جيرا جلي ويا سڙيءَ دل چوڻ لڳس ته توکي اجوڪي رات مهلت آهي سڀاڻي سوچي سمجهي جواب ڏج -

جانعالم جو چياره ڏاءِ پند پهڻ هو تنهنکي رهزن ران جادوگرڻ

سسيءَ سوڍو پنڌ پهڻ ڪري هلي ويئي هئي - ملڪه ۽ انجمن آرا شهزادي کي گهڻيئي سڏ ڪيا پر ڪوبه جواب نه مليَن - اُتي ملڪه خدا کي سوال ڪيو ته جانعالم جو تون نگهبان آهين - ايتري ۾ سڄي ڪٽڪ منجهه ڪُوڪات پئجي ويو سڀڪو پنهنجي مرض ۾ مبتلا هو - سڀڪنهن سورن کان داتهون پئي ڪيون پر سواءِ خداءِ جي ٻيو ڀڄڻ وارو ڪير هو -

مارڻ واري کان رکڻ وارو وڏو آهي

اُنوقت ملڪه جي پيءُ جو هڪڙو شاگرد [ جو جادوءَ جي زور تي هوا ۾ اُڏامندو ٿي ويو ] سو مٿان اچي لنگهائو ٿيو - لشڪر جو هي حال ڏسي ڄاڻائين ته هي سڀ جادوءَ جو جنسار آهي جنهن ۾ سڄو ڪٽڪ گرفتار آهي - انهيءَ دريافت لاءِ هيٺ لهي آيو ته ملڪه تي نظر وجهي پيس - اُنکي اُستادزادي سمجهي شرم کان منهن ڪٽي هيٺ ڪياءِ ۽ ملڪه چيس اي ادا هن وقت جادوءَ جي زنجير ۾ جڪڙيل آهيون ۽ جادوگرڻ ايترو به چئي ويئي آهي ته سڀاڻي جيڪڏهن جانعالم جواب نه ڏنو ته سڀني کي خاڪ ۾ ملائي ڇڏيندس

اُتي هن مرادوند شاگرد جواب ڏنو ته ادي هن وقت هن بي پير جادوگرڻ سان مون اڪيلو وڙهي ڪين سگهندس - پر توهانجي والد صاحب کان سڀڪي ٿي سگهندو سو توهان تسلّائي ڪيو مون جلد اوڏانهن وڃانٿو -

ائين چئي يڪدم وڃي اڏاڻو ۽ جلد ئي پيرمرد وٽ حاضر ٿيو ۽ سڄو سماچار ڪيائينس - پيرمرد اهو احوال ٻڌي اُنهيءَ دم هلڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ ٿوريئي وقت ۾ اُتي اچي پهتو - ملڪه کي گهڻي دلداري ڏنائين ته ڪوبه فڪر نه ڪيو -

ايتري ۾ هوءَ رهزن رن هڪڙي هاٿيءَ تي چڙهي جانعالم وٽ آئي ۽ پيرمرد کي ڏسي چوڻ لڳي ته اي پوڙها تو کي وري ڪهڙي ڪتي ڪنيو آهي جو تون راه ويندي پاڻ کي ٿو ڇٽ ڪرائين -

پيرمرد واٽي ڏنس تہ اي ڪميني ڪمذات تون ڇا ٿي بڪين - مون پنهنجي پيارن جو موت اکين سان ڏٺو ۽ مرڻ کان ڊڄان منهنجي اهڙي جيئڻ تي حيف آهي -

اڃا ڳالهہ پڄي هوءِ بي پيرزن جادوءَ جي زور تي پنهنجي شڪل بدلائي شينهڻ ٿي پئي - ۽ پيرمرد تي ڪاهہ ڪري آئي - پيرمرد يڪدم ڪيهر شينهن ٿي هن ماديءَ جي پنيان ڪاهہ ڪئي - هوءَ جادوگرڻ مڇي ٿي پاڻيءَ ۾ پئجي ويئي - پيرمرد مانگر مڇ بڻجي اُنان ٻہ ٻاهر آڻايس ۽ يڪدم باز جي شڪل بڻائي اهڙي چنبن ۾ قابو ڪيس ۽ سندس هڪ عضوو پرزا پرزا ڪري ڇڏياءِ اهڙي طرح جادوگرڻ جي پورائي ڪري سڄي لشڪر کي جادوءَ جي زنجيرن کان آزاد ڪياءِ -

اڃان هي انهن خوشين ۾ هوا تہ شهپال جادوگر جو وڪيل پيرمرد وٽ آيو ۽ اچي چيائينس تہ تون پوڙهو پرديسي مارڻ جو لائق آهين مفت دونهون دکائي پاڻ کي ناس نہ ڪرءِ - پيرمرد بي ڏڪ جواب ڏنس تہ وڃي پنهنجي شهپال کي چئہ تہ پنهنجين طرفان کان جيڪي ماڻهون مرندا تنهنجي گردن جو خون تنهنجي ڪميٽيءَ ڏي تي پوندو -

مون ڄاتو ٿي تہ رهزن ران جي مرڻ مون تون راضي هوندين پر منهنجو خيال پورو نہ ٿيو ڇو تہ [ جهڙا ڪانو تهڙا ٻچا ]

مون هر حال ۾ حاضر آهيان! هاڻي ٻہ آزمائي ڏس تہ ڪنهنجي سر تي تاج آهي - ۽ ڪير قبر ۽ ڪفن جو محتاج آهي -

وڪيل اهو رکو جواب ٻڌي هٿ مهٽيندو شهپال وٽ آيو سڄي حقيقت مون شهپال کي واقف ڪياءِ - شهپال وڏو ڪٽڪ تيار ڪري جنگ ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ ڪاهي آيو - پوءِ پيرمرد اسم عظم جو نقش لکي دشمن جي ڪٽڪ ڏانهن اُڇاليو تہ اُنهي دم نڌو ڪار ٿي ويو.

اوندهيءَ هڻڻ سبب دشمن جو لشڪر پاڻ ۾ وڙهي وڙهي مري ويو انهيءَ ڪري پيرمرد جي فتح ٿي. تختي ۽ نقش سليماني پنهنجي هٿ ڪري سوپ جو نغارو وڄايائين. تنهنڪانپوءِ تختي ۽ نقش سليماني جانعالم کي ڏيئي خوب نصيحت ڪيائينس. تنهنڪانپوءِ خدا حافظ چئي اُنهنکان موڪلائي پنهنجي روانو ٿيو. شهزادو سڄي سپاهه سميت پنڌ پيو. هلندي هلندي ڪنهن سمنڊ جي ڪناري تي اچي پهتو اُتي ويهي ديدار بازي ڪرڻ لڳا. ايتري ۾ هڪ ننڍو جهاز اُتي اچي پيدا ٿيو. خلاصي جهاز تان لهي اچي شهزادي کي چوڻ لڳا ته اسين هن سمنڊ تي رهندا آهيون جيڪو عزت دار ماڻهو ايندو آهي تنهنکي هن جهاز تي چاڙهي سمنڊ جو سير ڪرائيندا آهيون.

شهزادي چيو بيشڪ اسين سير ڪندا سين ائين چئي ڪري انجمن آرا ۽ ملڪه کي چيائين هلو ته اڄ جهاز جو سير ڪري اچون. ۽ هنن کي ڪجهه انعام ڏيون.

اُتي ملڪه مرڪي چيس توهانکي اهو خفقان وينو آهي ته بلاشڪ سير ڪري اچو. (جانعالم چيس) جيڪڏهن تون هلين ته اڪيلين تي نه ته مون ضرور ويندس - اتي ملڪه کي به جواب ڏيئي نه سگهي ۽ لاچار ٿيئي جهاز ۾ چڙهيا. جهاز اجان لهرن لوڏن ۾ لڏڻ لڳو ته ملڪان چوڻ لڳي ته ڪو خدا خير ڪري هيءَ جاءِ خوفائتي نظر ٿي اچي. ايتري ۾ طوفان اچي شروع ٿيو. مير بحر موڳا ٿي ويا ۽ دانهون ڪرڻ لڳا. سڙه ڇڄي پيا ۽ تختا ڀڄي پيا ۽ واءُ جي وير وڄي چپ سان هنيس. جنهنڪري جهاز پرزا ٿي پيو مطلب ته جنهن ماڻهوءَ کي جيڪو تختو هٿ لڳو سو اُنتي چڙهي ويٺي رهيو اهڙيءَ طرح جانعالم به ڪنهن تختي تي چڙهي ويٺو رهيو.

جانعالم اهڙين ۾ لڏندو تختن تي ترندو اڌ مئو ٿي اچي ڪنڌي سان لڳو. اُتي جيڪي ماڻهو آيا هوا سي هنکي بدل سمجهي اُتان وٺي شهر ۾ ويا. هڪڙي ماڻهوءَ سندس حال پڇيو. هن اڪيـــن ۾

پاڻي آڻي ڏنو ساه ڪڻي ڇيو -

**بيت** - منهنجي هن حال جي ڳالهه - ڪهڙي پڇو ڪل
سوڙن تنهن سڄڻ جي - ڪيا سيني اندر سل
هو ويا جهاز مان نڪري - ڏولي منجهه ڇهل
هئبت جي لوڏي اُتي - ڪئي هيبت هڪل
ڏٺا سڀ ڏالان ٿيا - ويا هٿون هوت پنهل
جيڪو لکيو انگ ازل - سو پڙي ڏري ڪينڪي

ماڻهو هنجو نماڻو حال ڏسي ۽ ٻڌي افسوس ڪرڻ لڳا ۽ تنهن رحم ڪري کيس پنهنجي جاءِ تي وٺي آيا ۽ دم دلاسا ڏيئي کيس هوش ۾ آندائون تڏهن هڪڙو ماڻهو چوڻ لڳس ته هن شهر جي ٻاهران هڪڙو جوڳي سنياسي رهندو آهي - جيڪو سوالي وٽس ويندو آهي سو خالي ڪين موٽندو آهي تون اُتي وڃ اُتان تنهنجو مطلب ضرور پورو ٿيندو - جانعالم اها خوش خبري ٻڌي خدا تي توڪل رکي جوڳي جي آستان تي آيو ۽ فقير جي پيرن تي ڪري دعا گهرياءِ - جوڳي لنگوٽي ٻڌي مٿي مکي تسبي سليماني هٿ ۾ ڪڻي خدا جي عبادت ۾ مشغول وينو هو - ٿوري دير کانپوءِ اُن ڪامل فقير جانعالم ڏانهن نظر پري نهاريو محبت سان چيائينس ته ٻچا هن ظالم زماني توکي ڏاڍي گردش ڏيکاري آهي جو تون پيستاءِ پير پري ۽ پنڌ ڪري آيو آهين -

جانعالم چيو ته منهنجي مرض جي دوا ۽ بيوس جي شفا تو جهڙا ڄاڻندڙ ته تو ڄڻي هڪ لقمان حڪيم آهين - پوءِ جوڳي هٿ ڪري عطر عنبير مکي گيڙو وارو چادر لاهي اشنان ڪري جانعالم وٽ آيو ۽ چيائينس ٻچا هڪڙي ڏينهن منهنجي مرشد خوشي جي وقت تنهنجي حال جي خبر ڏني هئي ته هڪڙي شهزادي جو جهاز ٻڏي ويندو سو تو وٽ ايندو ۽ اُنجو ڏس تو کان پڇندو ۽ اُنجو ڪم ڪان ٿيندو -

جانعالم جوڳيءَ جا اهي لفظ ٻڌي جوڳيءَ جي پيرن تي ڪري پيو جوڳيءَ دلداري ڏيندي چيس ته افسوس ڪرڻ اجايو آهي تڪڙ ڪم شيطان جو آهي - شايد تو ٻن پائرن جو قصو ڪين ٻڌو آهي جن وچوڙي جا سور سنا ۽ آخر تخت ڏٺي ٿيا -



## ڳالهه ٻن پائرن جي

فقير ڪامل پير چوڻ لڳو ته ڪنهن شهر ۾ ٻه پائر رهندا هوا جن جو پاڻ ۾ محبت ۽ ميلاپ بلڪل گهڻو هو - سي ڪڏهن ڏينهن شڪار تي نڪتا جهنگ ۾ هڪڙي تيز رفتار هرڻ جي پٺيان پيا سانجهيءَ وقت هرڻ ٻه مارياءَ ۽ گهوڙن جي ٿڪجڻ سبب اُتي لهي هرڻ کي ڪباب ڪري کائي خوش ٿي پاڻ ۾ گفتگو ڪرڻ لڳا - وڏي پاءُ ننڍي کي چيو ته ادا مونکي هنن ٽن ڳالهين جو جواب ڏي - ١- ته اسين هن هند تاءِ ڪيترو پنڌ ڪري آيا آهيون - ٢- گوٺ اسانجو ڪهڙي طرف ڏي آهي ٣- اج هڙو مزو ڪباب اسانکي ڇو ڏنو - ننڍي پاءُ نهايت نرميءَ سان چيو ته ١٠٠ ڪوهه پري نڪري آيا آهيون ڇو ته تنهنجو گهوڙو ١٠٠ ڪوهه جي مفاصلي تي ٿڪبو آهي ٢- گوٺ اُتر پاسي آهي ڇو ته عطر قطب جو تارو اسانجي گوٺ کان اُتر طرف نظر ايندو آهي - ٣- باقي ڪباب ۾ لذت انهيءَ ڪري ثو جاڻان جو خداءِ جي ڪا خاص مهرباني ٿيندي - ايهو جواب ٻڌي ننڍي پاءُ کي آفرين ڪري چياءِ ته ادا مون هاڻي ڪجهه آرام تو ڪريان ۽ تون ويهي جاڳ ۾ جڏهن ٿڪ ننڊ اچي ته مونکي جاڳائي پاڻ سمهي پئجءِ -

پوءِ وڏو پاءُ سمهي پيو ۽ ننڍو هشيار ٿي ويهي رهيو جنهن وقت هيٺان هي ويٺا هوا اُن وڻ تي ڏاڏي پوتي ٻن پکين پاڻ ۾ گفتگو

ٻئي ڪٺي- هڪڙي چيو تہ جيڪو مونکي ماري کائي سو ٻہ مهيني جي پورين تاريخ هڪ لعل وات مان اوڳاڇي ڪڍندو-

ٻئي چيو تہ جيڪو منهنجو گوشت کائيندو سو ڪنهن بہ طرح راڄ ڌڻي ٿيندو- ننڍي پاٽس تيرڪمان ۾ ڪشي ٻنهين پکين جو شڪار ڪيو ۽ جهٽ پٽ ڪباب ڪري هڪ پکي پاڻ کاڌائين ۽ ٻيو وڏي ڀاءُ لاءِ رکياءِ-

ڪجھ وقت گذرڻ کانپوءِ وڏي ڀاءُ کي اُٺاري سڄو سماچار ڪيس ٻڌائي اُهو پکل ڪباب کائڻ واسطي ڏنائينس- ٻيو ئي جو چنڊ جي پورين تاريخ هئي تنهنڪري ننڍي ڀاءُ وات مان لعل اوڳاڇيو وڏي ڀاءُ چيو تہ مون شهر مان ڪجھ سامان خريد ڪري اچانتو تون هت گهوڙن جي سنڀال ڪندو ويٺو رھ - اتفاق سان انهيءَ شهر جو بادشاھ انهيءَ رات مئو هو انهيءَ شهر جي قانون موجب صبح جو جيڪو مسافر جي بادشاهن نظر اچي تنهنکي ئي هن جي تخت تي وهاريون- هو بہ شهر جي در کان اچي پيو پاتو تہ يڪدم اميرن وزيرن کيس وٺي وڃي تخت تي وهاريو.... هن يڪدم حڪم ڪيو تہ فلاڻي وڻ هيٺ هڪ شخص ٻن گهوڙن سميت ويٺو آهي جلدي اُنکي وٺي اچو-

چوبدار بادشاھ جي حڪم موجب اُن وڻ وٽ آيا- اتي ڇا ڏسن تہ ماڻھو ليٽيو ڪين فقط گهوڙا بيٺل آهن- ڇاڪاڻ تہ ننڍي ڀاءُ کي ڪوشي مرغ اُڏائي کڻي ويو هو پر هو جٽين تي پاڻ بچائي ڊپ کان ڪوهہ ۾ ٽپ ڏيئي لڪو پيو هو-

ٻئي ڏينهن کي قافلي وارا اُتي آيا- اُنهن پاڻي ڪڍڻ جي سبب هنکي کوھ مان ڪڍي هڪڙي سوداگر وٽ وڪڻي ويا- اُن چنڊ رات جي ڏينهن هڪ لعل اوڳاڇيو- سوداگر لعل ڏسي دل ۾ خيال ڪيو تہ ايهو لعل هنکان ڪنهن بہ ريت هٿ ڪجي تہ تمام چڱو- سو هن تي چوريءَ جي تهمت رکي ٻہ ڪوڙا شاهد قاضيءَ کي ڏيئي مقدمو رجوع ڪيو- قاضي صاحب فتويٰ ڏني تہ هي ٻڌايو وڃي

آهي - شريعت موجب چور جا هٿ ڪپائڻ گهرجن پر ايها فتويٰ بادشاه جو پٽ ڏيندو هو - هن بادشاه کي پٽ نه ڪين هو انڪري سندس ڌيءَ کي اهو اختيار ڏنو ويو هو تنهنڪري آخرين فيصلو اُتي ٿيندو هو -

شهزاديءَ نينگر جي سونهن ڏسي دل ۾ چيو ته هنکي ايها سزا نه ملي ته بهتر آهي - بيٺ ڏوهيءَ کان پڇيائين ته سچ چئه تو چوري ڪئي آهي يا نه! هن جواب ڏنو ته اي شهزادي مون بي گناه جي خبر تو سڀ سمجهي هوندي اڳتي جيڪا تنهنجي مرضي - شهزادي دل ۾ خيال ڪيو ته ڳالهه ۾ ضرور ڪو رولو ٿو ڏسجي آخر ڪيس ٻي ڏينهن تي رکي رات جو قيديءَ کي گهرائي چيائين ته هاڻي سچ چئه ته تنهنجي اندر ۾ ڇا آهي -

نندي پٽ وجهه وٺي سڄو احوال شهزاديءَ کي ڪري ٻڌايائين صبوح جو شهزادي پنهنجي پيءُ بادشاه کي چيو ته سوداگر ۽ قاضي لالچي آهن ۽ هي نينگر بي گناهه آهي پر ڏوهيءَ کي تيستائين نظربند رکبو جيستائين وري چند اچي -

مطلب ڳالهه جو ته نندي پٽس بادشاه کي چيو ته سياڻي پورين تاريخ آهي ۽ مون لعل اوڳاڇيندس - صبوح جو دربار ڪٺي تي نندي پٽ سڀني ماڻهن جي ڏسندي ڏسندي وات مان لعل اوڳاڇي ڪڍي بادشاه جي اڳيان رکيائين - بادشاه اهو عجب ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سوداگر کي مناسب سزا ڏياري شهر نيڪالي ڏنائين ۽ قاضيءَ کي انصاف جو قاتل سمجهي اُنهيءَ عهدي تان لاهي ڇڏيائين ٿورن ڏينهن کانپوءِ شهزادي جي شوق ۽ خواهش موجب هنکي پنهنجي ڌيءَ ساڻ نڪاح ڪيو -

راوي پنهنجي احوال کي هنريت بيان تو ڪري ته جوڳي جانعالم کي چيو ته بابا ڏس نصيب جا رنگ بادشاه ايهي اعلان ڏسي پيو خوش ٿيندو هو -

هڪڙي ڏينهن هڪڙو سوداگر سڌ پٽ اهڙو لعل کڻي اچي بادشاه جي ڪچهري ۾ حاضر ٿيو - تڏهن بادشاهہ صحي ڪيو تہ منهنجو ننڍو ڀاءُ انهيءَ لعل واري بادشاه وٽ آهي - وڏي ڀاءُ يڪدم هڪ خط اُن شهر جي بادشاه ڏانهن لکيو تہ سرڪار وٽ جو شخص لعل اوڳاڇيندڙ آهي مهرباني ڪري ٿوري وقت لاءِ هنکي اسان ڏانهن موڪلڻ فرمائيندا - ۽ اُن سوداگر کي ٻيو هڪ خط ڏناءِ تہ هي خط لعل اوڳاڙيندڙ کي لوڪون اڪائي ڏجہ -

سوداگر ٻئي خط کڻي اُنهيءَ بادشاه وٽ ويو ۽ سلام ڏيئي خط ڏنائينس بادشاهہ کي پنهنجي ناٺي کي موڪل ڏيڻ يا ٻاهر ڪڍڻ جو اصل ارادو ڪونہ هو پر ننڍي ڀاءُ کي جو وڏي ڀاءُ جو پتو پيو سو گهڻي خوشي سان وڃڻ لاءِ تيار ٿيو - پر شهزادي موڪل نٿي ڏنس نيٺ اُنکي سڄو سماچار سڻائي موڪل ورتاءِ - شهزادي گهڻو خوش ٿي ۽ پاڻ بہ اوڏاهين هلڻ جو رخ رکياءِ - پوءِ بادشاه کان جتين تتين موڪل وٺي پنهنجي وڏي اتالي ۽ ڌوم ڌام سان جهاز ۾ چڙهي سک سلامتي سان اچي اُتي پهتو - سندس ڀاءُ ننڍي ڀاءُ سان ملڻ لاءِ وڏو ڪٽڪ وٺي اچي اڳواٽ بندر تي بيٺو هو ۽ سڀني کي معلوم ٿي ويو تہ بادشاهہ جو ننڍو سڳو ڀاءُ هن جهاز منجهہ آهي نيٺ ٻئي ڀائر هنجون هاري جهڄهي سڪ سان پاڻ ۾ مليا شهر ۾ ڏاڍيون خوشيون ٿيون ۽ شهزادي پنهنجي وڏي ڏير سان ملي

تنهنکانپوءِ اُنهيءَ بادشاه کي خبر موڪليائون تہ تنهنجو ناٺي هن بادشاه جو ڀاءُ آهي تنهنڪري اُن بادشاهہ کي بہ ڏاڍي خوشي ۽ تسلي ٿي -

جوڳيءَ اها آکاڻي پوري ڪري جانعالم کي چيو تہ ابا تون چاڪاڻ اُداس ٿيو آهين مالڪ اهڙو مهربان آهي جو ورهين جا وڇوڙا تو هڪ لحظي ۾ لاهي - جوڳيءَ جي اهڙن دم دلاسن ڪري جانعالم کي پيٽ ۾ ساهہ پيو - پوءِ پڇيائينس تہ ڀلا انجمن آرا ۽

ملڪه ڪٿي آهن ؟ جوڳيءَ جواب ڏنس ته هوُ اجان ڏاهه جيترو اُن آهن ھاٿي توکي هڪ منتر ٿو سيکاريان. جنهن ڪري تون جنهن شڪل جو خيال ڪندين سا شڪل تنهنجي ٿي پوندي جانعالم هن جوڳي فقير کان منتر سکي جبلن جي راهه ورتي - ويندي ويندي هڪ جبل ڏٺائين جو تمام مٿاهون هو - پوءِ منتر پڙهي پکي ٿي جبل جي مٿان اُڏامڻ لڳو - جبل جي چوٽيءَ تي هڪ نهر ڏٺي وهي جنهن ۾ بيشمار لعل ۽ ياقوت پيل هوا - اُن نهر جو طرف وٺي هليو ڇا ڏسي ته هڪڙو عاليشان محلات اڏيو بيٺو آهي - اندر لنگهي وڃي ڏسي ته خوبصورت عورت جو ڏيڍ هيٺ سنداليءَ تي رکيو آهي اُن مان رت پيو وهي - ۽ سسي سندس مٿي ڇڪي ۾ ٽنگي رکي آهي سوچي ويچاري چوڻ لڳو خدا نه خواست هيءَ سسي ته منهنجي انجمن آرا جي آهي - پر جادوءَ ۾ قاتل آهي - ڪهڙي طرح جادوءَ کان آزاد ٿئي ؟ ايتري ۾ هوا لڳي جنهن ڪري ڄاڻائين ته ڪو ديو ٿو اچي - انهيءَ ڪري پنهنجي گل جي ڏاري ٿي وڃي ويٺو - ايتري ۾ ديو به آيو ۽ هڪ اچو گل وٺي مان پٽي انجمن آرا کي سنگهاڻ ته يڪدم سسي ڌڙ سان ملي ويئي ۽ انجمن آرا ڪڙي ٿي ويهي رهي - تنهن کانپوءِ آنکي ڪاراٺي پياري ۽ محبت جون ڳالهيون ڪري سندس سسي ڌڙي ڳاڙهي گل جو ليڪو ڪڍائي ته اگهي وانگر سندس سسي جدا ٿي وڃي ڇڪي ۾ اٽڪڻ لڳي ۽ ديو هليو ويو -

جانعالم ديو جي وڃڻ کانپوءِ هڪ اچو گل پٽي انجمن آرا کي سنگهائي سجاڳ ڪيو تنهنکانپوءِ سڪ ۽ سوز مان هڪ ٻئي کي مليا پوءِ جانعالم جيس هل ته هتان نڪري هلون پوءِ انجمن آرا کي طوطو بڻائي آتان پٽي روانا ٿيا -

راوي اڳتي هن ريت بيان ٿو ڪري ته هو ڏاڍهن ملڪه جو حال پڙهو - هنڪي سهڻي ۾ هڪ ذخيرو هٿ لڳو هو جنهنجي مدد

سان هوءَ لڙهندي ترندي اچي ڪناري وٽ نڪتي اُن وقت خوش نصيبيءَ ڪري اُنهيءَ جو بادشاهه بہ اُن ڪناري وٽ ويٺو هو - تنهن جو هنڪي ڏٺو سو اُنهيءَ دم کيس ڪڍائي محلات منجهہ وٺي ويس ۽ سڀ سماچار و رتائينس - بادشاهه کي جڏهن هن جو حال معلوم ٿيو تڏهن مٿس موهجي پيو -

ملڪہ بادشاهہ جي دل ۾ دغا ڏسي ڇيو تہ اهو وڏ شاهہ جو نہ آهي [جو امانت ۾ خيانت ڪن] تون ماءُ پيءُ جـي سمان آهين جيڪڏهن ڪنهنجو مڙس مري ويندو آهي تہ ١٢ مهينا اُنجو حق رکبو آهي پر منهنجو خاوند خدا ڪري شال جيئرو هوندو - گهڻي تڪرار ڪانپوءِ بادشاهہ هنکي هڪ سال جي مهلت ڏني ۽ رهڻ لاءِ هڪ خلاصو محلات ڏنائينس

ملڪہ رات ڏينهن جانعالم جي سرسلامتيءَ جي دعا خدا جي درگاهه مان گهرندي هئي، ڪڏهن ڪڏهن سوز فراق ۾ تڙڦي تڙڦي روئندي هئي، هڪ دفع ملڪہ منجهي ويٺي هئي تہ ايتري ۾ هڪ چتون ٽڪ ٽتو اچي اُن محلات ۾ ويٺو، سو ملڪہ کي غم ۾ گرفتار ڏسي پڇڻ لڳو تہ اي شهزادي تنهنجو ڇا حال آهي - ملڪہ مٿي منهن ڪري چتونءَ کي ڏٺو ساهہ ڪڍي چيو تہ اي پيارا پکي مون جاڻانٿي تہ تون بہ ڪنهن دکہ جو دکايل سورن جو ستايل آهين جو تو منهنجي هن وقت اچي سار لڌي آهي، چتونءَ چيس جيڪا پلائي موکان پڇندي اُن ۾ ڪوتاهي نہ ڪندس ؛ تڏهن ملڪہ چوڻ لڳس هن نماڻيءَ جو حال بي حال آهي، بنا جانعالم جي جيئڻ جنجال آهي، اڳي هڪ طوطي جانعالم کـي انجمن آرا جـو ڏس ڏنو هو انهيءَ ڏس تي انجمن آرا سان شادي ڪياءِ ۽ مونکي بہ پنهنجي حق ۾ آنداءِ - پر خبر نہ آهي تہ هو هن وقت ڪٿي آهن؟ مون هن ڪوٽ جي قيد ۾ قابو آهيان، اُهو ڏينهن الاجي ڪڏهن ٿيندو جڏهن مالڪ جي مهرباني سان وڇڙين جو ميلاپ ٿيندو -

ڇتون اهو دردناڪ احوال ٻڌي بيهوش ٿي ويو ۽ ٻيت ٿان ڪري اچي پٽ تي پيو. ملڪه طوطي کي جهوليءَ ۾ کڻي پوءِ مٿس گلاب جو پاڻي وجهي ڪيس هوش ۾ آندو. پوءِ پڪيءَ اکين ۾ پاڻي آڻي چيس تہ اي ملڪه اهو ڪمبخت ڇتون مون آهيان.

اي ملڪه مون فقير وٽان اچي لنگهيم ۽ اُنڪان جانعالم جو پتو پڇيم تنهن رمل ۽ نجوم جي وسيلي ڇيو تہ ڦريائين هڪڙي جيو کي ملندين پوءِ ٻين کي ملندين. اُنجي حساب موجب توسان مليو آهيان باقي جانعالم انجمن آرا سان ملڻو آهيان. وڇوڙي جا ڏينهن اچي پورا ٿيا آهن، تون ڪو بہ خيال نہ ڪر. پنهنجي حال جو هڪ خط لکي منهنجي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏ تہ شهزادي کي ڳولي ڳولي وڃي هٿ ڪريان. تڏهن ملڪه سرهي ٿي ۽ خوشي مان هي خط لکيائين.

## ملڪه جو خط

وٺي نالو خدا جو خط لکان خوب. سڄڻ ڏي جو مٺو منٺار محبوب بخدمت فيضدرجت يار جاني. جڙيل توسان هجي شل جند جواني پڇاڻان گهڻي مدت هي عرض آهي. ٻڌي ٻانهون سٽايان سر نوائي منهنجي اکين ۾ آهي آب جاري. اچي دلبر ڏي موڪي دلداري مون هجر جو حال هي ڪنهنکي سٽايان.

سدا تنهنجي سڪ ۾. تو جيرا جلايان

گذاريم ڪون دم آرام جهڙو. وِڇڙي ٿيو وهم سمهڻ ماتام جهڙو

وٺي وسري ماني جڏهن ٿي جدائي. اندر ۾ عشق آهه آتش مچائي سڪائي سوز ۾ سڏن ۾ سور آهي. پل پل پرين تنهنجو پور آهي ملڻ جو پال ڪو مونسان پاليو. محبت تنهنجي اندر ۾ مچ مچايو سواءِ تو زهر ڄاڻان زندگاني. جدائي ڪئي منهنجي دل ديواني

برھ بيتاب ڪيو بيمار دل کي - دنيا ۽ دين کان بيزار دل کي
لکرط لئہ خط کنيم ڪاغذ قلم مون - قلم کڻو لکيين منھنجو عرض تون
آڏر قاصد چئون وڃ تون پرين ڏي - دلن جي دوستن گوندر پرين ڏي
وڇوڙي جو لکيو پارط پيو مون - جگر جي جوش ۽ گھارط پيو مون
قلم تقدير جي جيڪي لکايو - نہ ڪنھن تدبير سان هرگز مٽايو
ڪري مهر مالڪ ڪنديءَ تي رسايو - تختن جي طريقي تي مونکي بچايو
ڪيم ڪوڪون ڪيئي هزارين رڙيون -
وھاڻم اکين مان مون ڳوڙهن ڳاڙيون

ملائڪ جانعالم تون يا الهي - ڪجاڻ ڪا مٽيءَ سان هڪڙي پائي
اچي هت مونکي ڪيو قيد قسمت - مٽي منھنجي مٿو ماتم مصيبت
اهو لائق لقب شل مون نہ لائين - سندم لڄ شرم شال ٻاري پڄائين
برابر برھ جي مون بيمار آهيان - وڏڪ لکرط کان لاچار آهيان
سلامن تي هن خط جي پڄاڻي - اچي مل جلدي نہ تہ لکہ خط جي وراڻي

❋❋❋❋❋❋✪❋❋❋❋❋❋

قصو ڪوتاھ هي درد ناڪ خط چئونءَ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي الله توهار ڪري کيس روانو ڪياءِ - هي ويچارو آڏا مند و نظر دوڙائيندو پند ڪندو پيو وڃي - ٻئي ڏينھن شام جو هڪڙي وڻ تي ٢ چئون گڏ ويٺل ڏٺاءِ پاڻ بہ انھيءَ وڻ تي وڃي ويٺو - ٻہ حيرانيءَ ۾ هو تہ اڄ انجمن آرا جو ڏينھن بہ اچي پورو ٿيو فقير جي ڏاري تہ هن وقت تاءِ ڪوبہ اثر نہ ڏيکاريو سج لھڻ تي آهي پوءِ رات جو جانعالم ڪٿي ملندو -

هڪن ۾ طوطن پڇيس ادا ڀيو خير تہ آهي تون آداس ڇت ڇو پيو ڏسجين - چئونءَ چيو تہ جانعالم جي ڳولا ۾ نڪتو آهيان اڄوڪو ڏينھن سندس مطلب جو هو پر نہ مليو انھي ڪري آداس آهيان - هڪڙي ملڪہ تالي راڻي مونکي گڏي جنھن هڪ چٺي لکي منھنجي ڳلي ۾ ٻڌي ڇڏي آهي -

تڏهن هنن پنهين چٽن چيس تہ جيڪڏهن هاڻي انجمن آرا
۽ جانعالم کي ڏسين تہ جيڪر سڃاڻين يا نہ - طوطي چيو اُنهنکي
مون چڱيءَ طرح سڃاڻان - پوءِ هنن چٽن پاڻ ۾ گفتگو ڪئي تہ هيءَ
چٽون سچار آهي - پوءِ هنن پنهين منتر پڙهي پکين جي صورت
ڇڏي پنهنجي اصلوڪي صورت ۾ آيا - چٽونءَ اُنهن کي سڃاڻي
اُنهنجي پيرن تي ڪريءَ پيو - پوءِ هڪ ٻئي کي دلين جا داستان
ٻڌايائون - چٽون چئي ڏيٺي ملڪہ جي مونجهاري جي حالت ڪين
ٻڌائي - جانعالم خط پڙهڻ لڳو ۽ اکين مان لڙڪ وهائڻ لڳو -
نيٺ هلڻ جو سعيو ڪيائين تنهنکان اڳي هڪ خط لکي طوطي کي
ڏنائين تہ جلد هتان روانو ٿيءُ ۽ ملڪہ کي تسليءَ ڏجي تہ اسان
۾ تنهنجي پٺيان اچون ٿا -



## جانعالم جو خط

بخدمت دوست دلبر يار جاني - سڄڻ تو سونہ جو ناهين ڪو ثاني
پلي آئين چٽون قاصد قريبن - وڇوڙين ڏئي مکو تو کي حبيبن
چٽونءَ آندو پرين کان خط خالص - وڇوڙو ويو مليو دل کي دلاسو
پڙهي خط کي گهڻو سرها ٿيا سي - صاحب جا شڪر ۽ تورا مڃياسي
جنهن ڪارڻ سڪندي سال ٿيڙا - مولي اُهي ملا يا مطلب برحال ٿيڙا
وڇوڙو ويو وريو وصل وارو - سڳورو ٿيو اسانجو اڄ ستارو
پڙهي خط کي ڪبج تسليءَ تمامي - سگهو سڄڻ تنهنجا ٿيو نٿا سلامي
ڪندا سون روبرو سڀ حال روئي - وڇوڙي جو بيان تو سان سيئي
لکيم هي خط اُنهيءَ خط جي وراڻيءَ - اکين مان ميئهن وسائي زار پاڻي
حسن جي فوج ۾ نت موج ماڻين -
ڏکيو ڏينهن تنهنجي پيش رب ڪين آڻين
تنهنجي ديدار ڪارڻ دل اُداسي - راتيان ڏينهان پري تو لئہ پياسي

ملڪ لڳ صاحب تنهنجي مشتاق آهيان. ڏس لاءِ تنهنجي اشتاق آهيان
آڏو طوطا پرين جي پار جاني - وڃي ڏي صاحب کي منهنجي نشاني
پڌ ي ٻاهون ٻڇيءَ ۾ پاند پائجم - سڄط کي حال منهنجو سڀ سڻائج
تہ عاشق عشق ۾ تنهنجي مريئو - سواءِ تنهنجي سهڻان روئي رڙيئو
لکي خط ۾ ڪيم پورا بيانا - نہ پورا ٿيا دردن سندا داستانا

قصو ڪوتاه هي خط ڪڍي چتون اڳوات ملڪہ جيءَ طرف روانو ٿيو. هوڏانهن ملڪہ بہ اُن ڏينهن پنهنجي جيڏين کي ويٺي چيو تہ اڄ جيڪڏهن ڪو خير جو خط آيو تہ توهانجو وات مٺو ڪندس. ملڪہ جي اهڙي مٺي محبت ڏسي سڀ ڏٺيءَ جي درگاه مان دعائون گهرڻ لڳيون - ايتري ۾ چتون بہ هوا مان ڳالهيون ڪندو اچي اُتي پهتو ۽ لکہ لکہ مبارڪون ۽ خط ڏنائين. ملڪہ خوشيءَ مان ڪپڙن ۾ ئي نٿي ماپي. هرهر خط ڪڍي پڙهي چمين ۽ اکين تي رکي پوءِ پڙهي سڀني کي مهرون ڏنائين ۽ گهڻو خوش ٿي.

چتونءَ کي هٿ ۾ وٺي چمي چيائين تہ منهنجي ساهہ جا بچائيندڙ پکي مونکي پوري خبر ڏي تہ منهنجي جيءَ جو جياپو جانعالم ۽ اکين جي آس انجمن آرا هت ڪڏهن ايندا؟ چتونءَ مرڪي چيس تہ اي شهزادي تون غم نہ ڪر. جيڪڏهن تنهنجو معشوق ۽ انجمن آرا توکي اچي ملن تہ مونکي ڇا ڏيندينءَ؟

ملڪہ چيس تنهنجي مٿان قربان وڃان تنهنجو سڄو پڃرو سون سان جڙائي طرحين طرحين ميوا مٺايون توکي کارائيندس چتونءَ مرڪي چيس تنهنجا ميوا مٺايون تہ چڱا پر سوني پڃري ۾ قيد ڪونہ گهرجي - اُنهيءَ کان جهنگ جا موچارا مرچ وڻڪ پيارا آهن - ملڪہ چيس پوءِ جئين چوندين تئين ڪندس.

ايتري ۾ ٢ چتون اچي محلات جي ٻاهران ويٺا ملڪہ منهن مٿي ڪري اُنهن پنهين کان پڇو تہ مهرباني ڪري ٻڌايو تہ توهين ڪٿي ڪير آهيو؟ تڏهن اُنهن چيس تہ اهو طوطو جو توڪت وٺو

آهي تنهن کان خبر نه ملي اٿيئي ڇا! ملڪه چيو هي ته پورو پتوئي نٿو ٻڌائي - اڳوڻي چئونءِ ته ٻنهي کي برابر سڃاتو پر ڪجهو ڪي نه ڪين - اُنهن مان هڪڙي چيو ته مون جانعالم ڏٺو آهي - ٻئي چيو ته مون انجمن آرا ڏٺي آهي - ائين چئي هو مرڪڻ لڳا -

ملڪه کي پوري تسلي نه ملي تنهن ڪري هوءَ تڏا ساهه کڻڻ لڳي ايتري ۾ ٻنهين ڇتن صورت بدلائي ملڪه کي ڪليو ديدار ڏنو ملڪه بي انداز خوشيءَ ۾ بيهوش ٿي وئي - جانعالم گلاب جي پاڻيءَ سان هنکي هوش ۾ آندو - مطلب ته ڏاڍيءَ خوشيءَ سان ڳرا ٿري پائي مليا ورهن جو وڇوڙو هڪ پل ۾ وڃاياءِ -

ايتري ۾ جانعالم جي اچڻ جي خبر بادشاهه کي پيئي تنهن انجام موجب ملڪه جي ٻانهن جانعالم جي حوالي ڪياءِ - پوءِ ٻه چار ڏينهن جانعالم اُتي رهي ڪجهه لشڪر ڏاهي بادشاه کان موڪلائي پنهنجي ٻنهين راڻين سميت اڳتي وڌيو - ڳچ ڏينهن پنڌ ڪري اچي پنهنجي وطن جي ويجهو ٿيو هو ڏانهن جانعالم جي جدائيءَ ۾ پڙهس روئي روئي انڌو ٿي پيو هو ۽ بادشاهيءَ جو خيال دل تان لاهي ڇڏيو هواءِ - جانعالم جو لشڪر وڏي ڏاهه ڏوهه سان اچي شهر ۾ پهتو بادشاه چوائي موڪليس ته جيڪڏهن توکي ملڪ وٺڻ جو خيال آهي ته هي ملڪ ۽ گادي تنهنجي ملڪيت آهي پٽ جي گم ٿيڻ جي افسوس کان ڪجهه به درڪار نه آهي -

هي پيغام ٻڌي پيغام آڻيندڙ وزير کي ٻاڪر پائي گڏيو ۽ زار زار روئڻ لڳو - اُنکي چوڻ لڳو ته بادشاه کي وڃي چئه ته تنهنجو فرزند مالڪ جي مهربانيءَ سان پنهنجي مطلب کي رسي مڃي اچي ويو آهي - وزير به شهزادي کي سڃاتو پوءِ جلدئي ايهـا خوش خبري اچي بادشاهه کي ٻڌاياءِ ۽ صد صد مبارڪون ڏنائينس بادشاه جي اکين جو انڌارو دور ٿيو - ايتري ۾ جانعالم به اچي پيءُ جي پيرن تي ڪري پيو - هن پيرن تان ڪڍي ڇاتيءَ سان

لاتس - سڄي شهر ۾ خوشيءَ جو واڄو وڄي ويو سڀ امير وزير مٽ مائٽ يار دوستار شهزادي سان گڏ گڏ ٿي مليا .... خوشيءَ جي گهڙي ڳالهه ڪجي. بادشاهه خزانو کولائي جهجهي خيرات ڪئي غريب شاهوڪار ٿي پيا شهر ۾ آتش بازي چراغ بندي ٿي ويئي انجمن آرا ۽ ملڪه سس سهري جي پيرن تي ڪري پيون ۽ خوشي سان گهر ۾ گهارڻ لڳيون.

راوي اڳتي هن ريت بيان ٿو ڪري ته هڪ ڏينهن ملڪه ۽ انجمن آرا جانعالم کي چيو ته اسانکي اجازت ملي ته ماه طلعت شهزادي ساڻ گڏجون تڏهن جانعالم انڪار ڪري چيو ته هوءَ بدبخت ۽ قهر واري آهي اُنکي شرمندي ڪرڻ مان حاصل ڇا ٿيندو، تڏهن چئن ئي چيو شهزادا ان ۾ شرمندگيءَ جي گهڙي ڳالهه آهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ملاقات ڪرڻ ضرور آهي سو هنن کي بيشڪ موڪل ڏيو. نيٺ شهزادي هنن کي رخصت ڏني سي ماه طلعت جي محلات ڏانهن هليون. چئون ئي اڳوات وڃي کيس خبر ڏني - ماه طلعت فڪر ۾ ڪنڌ هيٺ ڪري پنهنجي پهاڄن سان ڳچ قدم اڳوات اچي ملاقات ڪئي. ۽ وڏي خوشيءَ سان ساڻس مليون ۽ کيس جهجهي دلداري ڏنائون. چئون ئي ماه طلعت ۽ انجمن آرا جي سامهون ٿي چيو ته حضور سلامت پنهنجي زبان مبارڪ سان هاڻي فرمائين ته سچو ڪير ۽ ڪوڙو ڪير؟

انجمن آرا چئون کي چيو نامراد تين تين چڱي ڏي ۽ ماه طلعت کي چياءِ ته پيرڻ دنيا بي بنياد آهي حسن ۽ سونهن ڪنهنجي جو چٽڪو آهي - پوءِ ماه طلعت کي خوش ڪري پنهنجي محلات ۾ آيون - باقي عمر جا ڏينهن جانعالم عيش آرام ۽ خوشيءَ ۾ گذاريا جئين خدا جانعالم جي مراد پوري ڪئي تئين شل سڀنجي ڪندو.

✻✻✻✻✻✻

-: پورو ٿيو :-

!! گهرائي پڙهو !!

عجيب جاسوسي ناول - مهاراڻي

# چندرڪانتا

صافي ١٠-٨-٠

٢٨ حصا پورا



تحفه المسلمين وڏو ٣-٠-٠
حياتِ النبي ١-٨-٠
خطبا عثمان ٢-٠-٠
" رسولي وڏا ٤-٠-٠

روپيه جا ڪتاب ٤-٥-٠

قصص الانبيا پيغمبرن جو حال ١-٠-٠
مفتاح الصلوات وڏو ٢-٠-٠
تحفه اسلام ڇهه حصا ڪامل ٦-٠-٠

ڊاڪٽرن - حڪيمن - طبيبن ۽ وئدن لاءِ سوغات

## فرهنگ جعفري

٥ حصا پورا، جنهن ۾ سنڌي، انگريزي دوائن جا هر زبان ۾ نالا هڪ هڪ دوا جو فائدو، وزن ۽ جڙي ٻوٽي پرڪاش سميت نسخا، ليپ، عطر تيل، معجونات وغيره ٺاهڻ صافي ١٠-٠-٠

ڇپيندڙ ڇپائيندڙ - جمنا لعل هيمنداس "هم راج" پرنٽنگ پريس ڪپڙا بازار سکر ٿيون

